ستار پيرزادو

# سنڌوءَ ڪناري سنگيتُ

(منهنجا ڳوٺائي صاحبِ ڪتاب)



ستار پيرزادو

# سنڌوءَ ڪناري سنگيتُ

(منهنجا ڳوڻائي صاحبِ ڪتاب)

سنڌ ادبي اڪيڊمي ، ڪراچي

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو سِرو | : | سنڌوءَ ڪناري سنگيت |
| ليکڪ | : | ستار پيرزادو |
| موضوع | : | ڳوٺ حاجي لعل بخش شيخ (ٻلهڙيجي) جا ليکڪ ۽ شاعر |
| ڪمپوزنگ | : | جبار پيرزادو ۽ ستار پيرزادو |
| لي آئوٽ | : | ساڪي سنگت |
| تعداد | : | هڪ هزار |
| ڇپائيءَ جو سال | : | 2012 |
| ڇپائيندڙ | : | سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچي |
| قيمت | : | 150 رپيا |
| رابطو | : | esaakhi@gmail.com |
| سيل | : | 03062563417 |

# ارپڻ

محبت رکي من ۾،

جيڪي رنڌا روڙيا اٿم،

اهي ارپيان ٿو پنهنجيِ والدين

حاڪم زادي ۽

دوست علي پيرزادو کي،

جن جي سهڻي سنجوڳ جو

مان ڦل آهيان.

ستار پيرزادو

10.12.2011

# ترتيب

# ڳوٺ بہ پنهنجا، شهر بہ پنهنجا

ٻلهڙيجي ڏٺي نہ اٿم. ٻڌي اٿم پر شايد ڏٺي بہ اٿم انور جي، صورت ۾. شاهہ محمد، فيض، مسرور،ستار،مير محمد...جي صورت ۾. ملڪ ۽ غوث جي شاعريءَ ۾.منهنجو ڳوٺ ٽکڙ ۽ ٻلهڙيجيءَ ۾ ڪافي هڪ جهڙائي آهي.ٻئي سنڌوءَ ڪناري آهن ۽ ٻنهي ۾ شاعر ۽ اديب پيدا ٿيا آهن. ٻنهي سان سنڌوءَ ساڳي ڪار ڪئي. ...!

ستار جڏهن پنهنجي ڪتاب "سنڌوءَ ڪناري سنگيت"جي مهاڳ لکڻ لاءِ چيو تہ مون بہ ها ڪري ڇڏي.ان تي نوٽس ورتم. غلطين جي درستي ڪيم ۽ ڪن جي باري ۾ لکيم تہ انهن جي تصديق ڪئي وڃي. چوڻ اهو ٿو چاهيان تہ جڏهن بہ ڪو ڪتاب ڇپجي تہ اهوغلطين کان پاڪ هجي، خاص ڪري "سنڌوءَ ڪناري سنگيت" جهڙي ڪتاب۾. جيڪو منهنجي راءِ ۾ هڪ اهم ڪتاب آهي. ساڳئي وقت دلچسپ پڻ."ٻلهڙيجيءَ" جي تاريخ،جاگرافي ۽ ثقافت کي بيان ڪيو ويو آهي. ان ڏس ۾ ستر واري ڏهاڪي ۾ انور،مير محمد،ستار، قربان ۽ ڪجهہ ٻين پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن، وڏيرڪي سياست مان جند آجي ڪرڻ لاءِ جتن ڪيا. ان ڏس ۾ "ڳوٺ سڌار سنگت"۽ "سنڌي ادبي سنگت" جو قيام عمل ۾ آيو.شاهہ جمال ۽ ملوڪ شاهہ جي درگاهن تي ٿيندڙ راڳ رنگ شاعرن جي تربيت ڪئي. انهيءَ صوفياڻي راڳ رنگ ۾ جن راڳين سُرن جو سُهائو ڪيو، ستار انهن کي بہ ياد ڪيو آهي. اهي هئا استاد علڻ ڪاسائي،ميهر ڪاسائي،مجنون ماڇي،ڪاڪو مريد ماڇي، غلام رسول پيرزادو ۽ ڏاڏو وريل فقير....انهن راڳ رنگ جي محفلن کي مچائڻ ۾ فقير يار محمد پاڻ پتوڙيو. فقير يار محمد بہ هڪ عجيب ڪردار آهي!

ستارڪجهہ نہ ڪجهہ لکندو رهيو آهي. ڪتاب پڻ ڇپائيندو رهيو آهي. "سنڌوءَ ڪناري سنگيت — منهنجا ڳوٺائي صاحبِ ڪتاب"هن جو تازو ڪتاب آهي. ان ۾ هن پنهنجي ڳوٺ ۽ ڳوٺاڻن جون ڳالهيون ڏاڍي سک ۽

اُڪير سان ڳايون آهن . ان سان گڏو گڏ انهن سان لاڳاپيل جيڪي واقعا ۽ ڪردار آهن,اهي بہ هن اسان آڏو آندا آهن .

ڪتاب ۾ پارهن صاحبن ڪتاب مٽيادار ماڻهن جو احوال ۽ سندن شاعري ڏني وئي آهي. اهي هي آهن :

رحمت الله وڏڙو فقير يار محمد, مير محمد, انور ستار, ملڪ خاتون, فيض ا الله, شاهہ محمد, غوث, مسرور, رحمت الله ثاني ۽ غلام حسن سائل.

رحمت الله بہ آهن . پهرين لاءِ وڏڙو ۽ پٺي لاءِ ثاني لکيو ويو آهي. جڏهن تہ اول ۽ ثاني يا پهريون ۽ ٻيو لکڻ کپي .جو پهريون رحمت االله ; حافظ عبدالله بسمل وارن جي دور جو آهي.رحمت ا الله سلهہ جي مُوذي مرض وگهي 41 سالن جي ڄمار ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. هن جي شاعريءَ ۾ قصيدا گهڻا آهن, جيڪي ستار 2009 ۾ ”قصائد پاڪ“ نالي ڇپايا آهن. هتي سندس ڪجهہ غزل ۽ ڪافيون ڏنيون ويون آهن. جيڪي پڙهڻ جهڙيون آهن.

سرها سير ٿيا سڀ گهير گهٽيون،
جيڪا راهه اچي پيو يار وٺيون،
پري محب ڏنيون اڄ وصل وٺيون،
ڏاڍو حسن ڪيو هٻڪار ڏسو.

فقير يار محمد ننڍ پڻ ۾ ڏاڍو سهڻو هو. سندس ماءُ کي حاجي صاحب (حاجي لعل بخش شيخ)چيو تہ ”هن کي سينگاري منهنجي سامهون نہ آڻجان.“ڪارڻ؟ ”ور نہ هن کي منهنجي نظر کائي ويندي.“پر هڪ ڏينهن حاجي صاحب جي مٿس نظر پئجي ئي ويجي ! پهرين بخار ٿيس ۽ پوءِ گوڏن کان هيٺ ۽ مُرن کان مٿي ٽنگون ڦري ويس. پوءِ يار محمد جي هڪ خواب جو ذڪر آهي. جنهن ۾ هڪ درويش (سخي شاهہ جمال )تڏو هٽي چيس تہ،”اڙي ڇوڪرا! اٿي هل . هتي ڇو سٽو پيو آهين ؟“درويش جي هشمت ڏسي,جاڳيو ۽ وٺي ڀڳو ۽ اچي گهر پيڙو ٿيو! اها ڳالهہ فقير يار محمد پاڻ ستار کي ٻڌائي.ان ريت فقير يار محمد جي نظاري جو قصو بہ عجيب آهي.

جنهن کان پوءِ هن "الفي پاتي،ڪشتو ڪٺي سير ڪيا ۽ فڪر فراق لاءِ شاهه جمال تي وينو تہ هن تي ڪيئي راز عيان ٿيڻ لڳا. ان ريت عربي نہ ڄاڻندي بہ قرآني آيتن جي معنيٰ ڪرڻ واري ڳالهہ بہ عجيب آهي ! فقير يار محمد جو اهم ڪم لاکيڻي لطيف جي شاعريءَ جي شرح آهي. شرح ڄي لاءِ جڏهن ڪيس ستار اُتساهي ٿو تہ هو "اڳها ٿي سڳها ٿيا" وانگيان اهو ڪم ٿو ڪري. ڪلياڻ آڏواڻيءَ جي شرح بيت جي لفظي شرح آهي، ان ڪري پيٽ صحيح نہ آهي. فقير يار محمد جي شرح ٻئي رنگ جي آهي. اهو لاکيڻي لطيف جو ڪمال آهي،جو هو دهرئي۔ناستڪ،مُوحد۔ آستڪ،صوفي۔ويدانتيءَ کي هڪ ئي وقت متاثر ڪري ٿو.

انورجي احوال ۾ بہ ، انور ۾ جيڪي تبديليون آيون۔ملان، ڪميونسٽ، صوفي۔يا سندس نوڪري،اوير پاڪستان تي مڙهيل جنگ ! پوءِ انور جي نوڪري ڇٽ ٿيڻ ،ٿُرم ياترا!جيل ۾ هڪ بنگالي ماءُ جو پنهنجي پٽ آڏو ٻيڌڪرون ڪري پار ڪيندو ڏسڻ ! ستار لکي ٿو تہ ان کان پوءِ "هن جي ذهن ۾ ڇپ هڻي ويٺل شاعر جهنجهوڙجي ڪر موڙي اٿيو.. ايئن انور حادثاتي طور رشي والميڪ جيان لڙي شاعر ٿي پيو." جڏهن تہ انور شاعري ان کان اڳ ۾ شروع ڪئي. جڏهن هو سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرار هو تڏهن سنڌالاجي ؛سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪيمپس ۾ هن پنهنجي شاعري مون کي ٻڌائي هئي ، جيڪا ڪانئس ورتي هئم ۽ پوءِ اها منهنجي نوٽ (هي بوڙيندا ۽ چنگ تہ ٻڌ ني )سميت طارق اشرف "سهڻيءَ" ۾(نوان شاعر واري حصي ۾) ڇپي هئي. انور جي احوال ۾ ٿي ڪيترن ڪردارن جا نالا آهن.جيئن، ذوالفقار علي ڀٽو،سيد غلام مصطفيٰ شاهہ،اي ايم شيخ،بدر ابڙو،ڪليم لاشاري ۽ محمد علي قادري. ستار س ا س جي حوالي سان بہ ذڪر ڪيو آهي ۽ انور جي ڪتابن جو بہ—متان انور جي شاعريءَ سون تي سهاڳي وانگر آهي. انور جي شاعري پڙهي، آءٌ ڪيس ساريان ٿو ۽ سلام ٿو ڪريان!

جانيءَ ريءَ جڳ ۾ انور،
جي بہ جيا سي جاڙ جيا.

ان ريت ستار پنهنجي احوال ۾ به مختلف سگ پنڌ ماڳ مڪان ۽ ڪردار آڻي ٿو. ادب ڏانهن ڪيئن لڙيو؟ سياسي حالتون ڪيئن هيون؟ ون يونٽ جو ٽٽڻ...حيدر آباد ۾ نوڪري — طارق اشرف، ولي رام ولڀ، ظفر حسن، ارشاد قاضي ۽ فيروز ميمڻ سان سندس ملاقاتون! ڪيڏا نه سٺا ڏينهن هئا اهي! هاڻ ته نه طارق اشرف آهي نه مئي ”سهڻي“، نه ظفر حسن۔ نه ئي اها حيدر آباد! لڳي ٿو زندگي هٿ ڇڏائي اڳتي وڌي وئي آهي ۽ اسين پٺتي رهجي ويا آهيون! اسان کي لُوهه پائي زندگيءَ جو هٿ پڪڙڻو پوندو — ان سان اڳتي وڌڻو پوندو. سندس پهريون نظم جڏهن هلال پاڪستان (روزانه اخبار) ۾ ڇپجي ٿو، تڏهن هو پنهنجي خوشي لڪائي نه ٿو سگهي! ستار جي احوال ۾ به ڪيترن مٿن ماڻهن ۽ پيين ڪردارن جا نالا آهن . جيئن: شيخ اياز، رسول بخش پليجو، اسلم آزاد، هدايت منگي...

فيض الله به شاگرد سياست کان تنگ اچي ادب ڏانهن لڙيو. انور جي ورسيءَ تي ڳالهائيندي ٻڌو هئم ۽ دل چاهيو پئي ته هو ڳالهائيندو رهي.

ملڪ خاتون ڪيئن پڙهي؟ نوڪري ڪيائين ۽ شاعريءَ ڏانهن ڪيئن لڙي؟ اهو به هڪ دلچسپ احوال آهي. هتي ملڪ جي نظم جون آخري سٽون اوس ڏيندس جنهن ۾ هن ”ملڻ۔جدا ٿيڻ۔ملڻ“ جي واهه جا ترتيب رکي آهي! زندگيءَ لاءِ اهو به — سٽو حوالو ڪيڏو نه با معنيٰ آهي!

زندگي ملي جدا ٿيڻ،
۽ جدا تي ملڻ جو نالو آهي.

شاهه محمد جي غزل جي مطلع آهي:

شهر سڄي ۾ جيڪو آهي هل منهنجو آ،
تنهنجي وارن ۾ جو آهي گل منهنجو آ.

شهر ۾ پيل تہ سندس هل هجي پر پاڻ ڏاڍو چپ چپ هوندو آهي. ڪيس گهٽ پڙهيو گهٽ پڙهيو اٿم. انور جي ورسيءَ تي ڏاڍو گهرو ۽ خوبصورت نظم پڙهيو هئائين. افسوس جو سندس ڪتاب نہ پڙهيا اٿم.

غوث بہ هڪ عجيب ڪردار آهي ۽ سندس احوال بہ دلچسپ آهي، سندس شاعري وڻندڙ ۽ متاثر ڪندڙ آهي ڪيس لکندو رهڻ گهرجي.

جيئن شڪارپورين لاءِ چيو ويندو آهي تہ اهي دنيا ۾ ڪٿي ڪٿي بہ هجن پر هوندا سدائين شڪارپوري! پلهڙيجيءَ جا پيرزادا بہ ائين آهن. ڪراچيءَ ۾ هجن يا مير محمد وانگر سڪرنڊ ۾ رهندا هجن پر روحاني طور سلهاڙيل هوندا پلهڙيجيءَ سان. مسرور سان ملاقات چار شوري ۾ ٿي. هن جو شُياءُ بہ شاعراڻو آهي تہ سوچ ۽ فڪر بہ غزل ۾ رُچي اٿس :

هائو ماضي بعيد آهيان مان،
انڪري ئي جديد آهيان مان.
سمنڊ ۾ مان نديءَ جيان ملندس،
شوق ڪوئي شديد آهيان مان.

مير محمد پنهنجي ڪتنب (جيئن غلام حسن سائل واري احوال ۾ ڄاڻايل آهي) جي ڇپائي سان گڏ پنهنجي ٻوليءَ جي ڇپائي لاءِ بہ جتن ڪندو رهيو آهي. سندس هڪ شعر :

نہ ڪا اک ئي ڦڙڪي نہ هڏڪي ٿئي،
وساري ڇڏيو آهہ ڇا تو پرين ؟

سمئہ/ وقت جو بہ عجيب سرشتو آهي گذرندو رهي ٿو. يا شايد سمئہ/وقت —سڀ اسين پاڻ آهيون ! گذريل رات ،جڏهن ڏينهن جي حدن ۾ داخل ٿي چڪي هئي، تڏهن الائي ڪيڏي مهل اک لڳي وئي !اٿي چانهہ چاڙهيم ۽ لاڪيڻي لطيف جو گنج مطالع ڪيم :

## هِجي ڪريان هيج سان،مطالع محبت!

ايئن لاڪيٽي لطيف جي هڪ پانڌيئڙي ۽ سنڌ جي سُپٽ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جي اهم ليک "پٽ تي پيرو" (گنج جو مطالعو) تي نظر پيم ،ان ۾ اهو بيت به هو جيڪو ستار به پنهنجي ڪتاب ۾ فقير يار محمد واري احوال ۾ ڏنو آهي. جيڪو مون کي لڳو ته صحيح نه ڏنو ويو آهي ۽ مون ياداشت تي ان جي تصحيح به ڪئي، پر وري به لکيم ته تصديق ڪئي وڃي. بيت هيئن ڏنل هو :

ڪلمي ڪو نہ ڪيو مورئون مسلمان،
مڪو ڪين محمد، عرب ڪان ايمان،
سچو سر صبحان،علم ليکي آدمي.

ڊاڪٽر دائود پوٽي اهو بيت اصل "گنج" تان هيئن ڏنو آهي:

مون کي ڪين ڪيو مورئون مسلمان،
احمد ڪو نہ آندو عرب کان ايمان،
اي سر صبحان، آدم ليکي آدمي.

ٻنهي بيتن ۾ فرق آهي پڙهڻيءَ جو. ڊاڪٽر دائود پوٽي جي ڏنل بيت جي پهرين سٽ ۾ "ڪلمي" لفظ ڪٽل آهي . آخري سٽ جي آخري پد ۾ به "عالم" آهي يا "آدم"؟ ٻي سٽ جي پهرين ۽ ٽين سٽ جي پوئين پد ۾ به فرق آهي! اهڙي تصديق ڪٿان ٿيندي؟بهرحال چوڻ اهو پئي گهريم ته صبح ساجهر سنڌ جي گاديءَ ڪراچي تي سرخ سورج شيشائين در مان ڏسڻ ۾ پئي آيو. تڏهن اهو بيت ڪنهن منهنجي آڏو کولي رکيو؟ جنهن لاءِ انومان هو ته صحيح ناهي. پر ڊاڪٽر دائود پوٽي به صحيح نہ ڏنو آهي. تي سگهي ٿو ته پروف ـچڪ هجي ! صحيح بيت جي سڌ ڪٿان پوندي؟ ستار بيت سچل جو ڪري ڏنو آهي ته پوءِ "گنج" ۾ درج ڪيئن ٿيو؟!ان

ريت سُر ڏناسريءَ جي حوالي سان بہ ستار ڪجھہ سوال اٿاريا آهن. انهن بابت تحقيق هئڻ گهرجي.مون اڳي بہ ڪٿي لکيو آهي تہ :

”اسين شهرن لاءِ اجنبي بڻجي رهجي ويا آهيون،
۽ ڳوٺ اسان لاءِاجنبي بڻجي رهجي،ويا آهن.“

۽ جڏهن تہ ”سنڌوءَ ڪناري سنگيت“ جهڙا ڪتاب اهڙي اجنبيت کي ختم ڪن ٿا. ستار شهر ۽ ڳوٺ جي اهڙي فاصلي کي نہ رڳو گهٽايو آهي، بلڪ ٽٽل سلسلن کي ٻيهر جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي:

ڳوٺ بہ پنهنجا،شهر بہ پنهنجا،
پهريان،پويان ٻهر بہ پنهنجا.
سنڌڙي جندڙي،
جندڙي سنڌڙي!

**امداد حسيني**

پرل ريزيڊنسي،ڪراچي

25 ڊسمبر 2011

# ليکڪ پاران

## ڳوٺ جي بيهڪ

اسان جو هي ڳوٺ جيڪو نئين ٻلهڙيجي سڏجي ٿو سو دراصل ديهه ٻگي تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي جي روينيو کاتي جي رڪارڊ موجب ڳوٺ حاجي لعل بخش شيخ جي نالي سان 1936ع ۾ اڏايو ويو هو.ان کان اڳ اسان جا وڏڙا سنڌو درياهه جي هن پر يعني جنهن کي هاڻ اسين ڪچو چئون ٿا يا درياهه جي ڪاہي ڪپ تي آباد هو ۽ اسان جي پوري خاندان جون زمينون به ان ڪاہي ڪپ تي اڄ به موجود آهن . 1936ع ۾ جيئن ته سنڌ ۾ مها ٻوڏ آئي، ان جي نتيجي ۾ ڪيترائي ڳوٺ، واهڻ، وستيون درياه شاهه پنهنجي پيٽ ۾ لڪائي ڇڏيون. ڪيترا ماڻهو دربدر ٿيا، ڪيترو جاني مالي نقصان ٿيو هوندو. انهيءَ ٻوڏ جي نتيجي ۾ اسان جا به وڏڙا پنهنجا گهر ڇڏي ۽ درياهه شاهه جي ارهه زوراين کان تنگ اچي نيٺ درياهه شاهه جي ساڄي ڪپ ۽ جهلي بند جي پر ۾ آباد ڳوٺ ٻلهڙيجيءَ ۾ لڏي آيا.هي ڳوٺ اصل ۾ ٻلهڙا قوم جي خاندان جو ڳوٺڙو هو جتي ٻي آبادي هندن جي هئي.اهي هندو اڪثر هٽ واڻيا هئا ۽ ڪن جون ڪي زمينون لانياري ۾ آباد ٿيندڙ هيون . هن ڳوٺ جا واسي جيئن ته حاجي لعل بخش شيخ کان علاج معالجو ڪرائيندڙهئا ۽ سندس عقيدت ۾ به هئا پر هاڻ نه اهي ٻلهڙا رهيا آهن ۽ نه ئي وري اهي هٽ ـ واڻيا هندو رهيا آهن.

ٻلهڙن جي لاءِ روايت آهي ته سنڌ جي هن حصي ۾ 1936 کان پوءِ ڪالرا ڦهر ڪيا ۽ اها ڪالرا ٻلهڙن جي سڄي خاندان کي ڳڙڪائي وئي. پويان سندن وچي ڪي ٻارڙا ٻچيا هئا.جيڪي ڪنهن ٻئي هنڌ مٽن مائٽن جي امان ۾ڏنا ويا ۽ اهي واپس به نه موٽيا. (هيءَ ڳالهه مامي روشي ٻڌائي)

هندو خاندان 1947ع ۾ پاڪستان بڻجڻ کان پوءِ 1948ع ۾ لڏي پلاڻي هندستان هليا ويا. ڪي اسان جو ڳوٺ ڇڏي ڏوڪريءَ ۾ ڏنڌي ڌاڙيءَ خاطر وڃي آباد ٿيا. جن مان چاچو مينهلداس چاندواڻي جيڪو ڪجهه سال ٿيندا جو سرڳواسي ٿي ويو پر سندس خاندان ، پٽ ۽ پوٽا ڏوڪريءَ ۾ اڃا تائين سونارڪو ڌنڌو ڪندا اچن ٿا.

اسان جو هي ڳوٺڙو جنهن جي بيهڪ هن ريت آهي، اتر ۾ موهين جو دڙو، ڏکڻ ۾ گاجي ديرو ۽ ڪاراٽي ڳوٺ، اوڀر ۾ سنڌ درياهه ۽ جهلي بند، اولهه ۾ به جهلي بند ۽ لانياري نالي آباد زمينون آهن ۽ انهن جي دنگ تي وري دادو ڪئنال ۽ ان جي ساڄي ڪناري تي ڳوٺ بگي ۽ ٻنڊي اچي وڃن ٿا.

سنڌيءَ جي موجوده بهترين شاعر شمشير الحيدري چواڻي ته جڏهن موهين جو دڙو شهر آباد هوندو ته هي ڳوٺڙو اتي جي رهواسين جي آباديءَ لاءِ زمين هوندي. اسان جي ڳوٺ ۽ موهين جو دڙو جي وچ ۾ جهنگ هوندو هو جيڪو هاڻ ڊاڙيلن جي ڊپ ڪري وڏي زمين آباديءَ لائق بڻائي وئي آهي پر چون ٿا ته جڏهن موهين جو دڙو کي سم ۽ ڪلر کان بچاءَ لاءِ يونيسڪو وارن ٽيوب ويلس هڻايا هئا ۽ انهن مان نڪرندڙ پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ جيڪي واهه کوٽايا ويا هئا ته انهن جي کوٽڻ سان به ڪيترين ئي سرون ۽ ٺيڪرائو مليو هو. جنهن مان ثابت ٿيو هو ته موهين جو دڙو جون حدون صرف ايتريون ناهن جيتريون آرڪيالاجي کاتي وارن ٽڪي بيهاريون آهن. اهي اڃا به چوڌاري ڦهليل آهن، پر لڪيل ڇڪيون آهن ۽ انهن جي صحيح معنيٰ ۾ مالڪي نه پئي ٿئي.

اسان جي ڳوٺ ٻلهڙيجيءَ سان گڏوگڏ ٻيا به ٻه ننڍڙا ڳوٺڙا هوندا هئا، جيڪي هئا سارين جو ڳوٺ ۽ ڪنيرن جو ڳوٺ، جن کي گڏي پراڻي ٻلهڙيجي چيو ويندو آهي. اڃا به اسان وٽ اهو چيو ويندو آهي ته اسان پراڻي ٻلهڙيجي ٿا وڃون. 1983 کان پوءِ يعني ايم آر ڊي تحريڪ کان پوءِ جيڪو ڊاڙيلن سنڌ ۾ رڻ مچائي ڏنو ۽ درياهه پار يعني ڪچي جي ٻيلن کي حڪومتي ادارن ڪپرائي پٽ ڪرائي ڇڏيو ۽ اتي رهندڙ ڪلهوڙن ۽ ممڻاڻين جي ڳوٺن کي لڏرايو ويو ته اهي به اچي هاڻ اسان جي ڳوٺ جي پرسان پنهنجا اجها اڏي ويٺا آهن. تنهن ڪري اسان جي ڳوٺ جي هاڻ پکيڙ ڪافي وڏي وئي آهي.

پراڻي ٻلهڙيجيءَ آڏو ۽ اسان جي ڳوٺ حاجي لعل بخش شيخ جي ڏکڻ ۾ جهلي بند سان لڳ و لڳ ملوڪ شاهه جي تربت آهي ۽ ان جي اتر ۾ ٻنهه منهنجي گهر سان لڳ و لڳ سخي شاهه جمال جي تربت ۽ هاڻ مقبرو آهي.اسان سيني شاعرن جي شاعراڻي تربيت اسان جي ڳوٺ جي ٻنهي درگاهن تي هر هفتي جمعي جي رات ملوڪ شاهه تي ۽ هرسومر رات

سخي شاهہ جمال تي فقيراڻو يا صوفياڻو راڳ ٻڌڻ ۽ ڳوٺ ۾ هوندي ٻيا ساهيءَ يعني ڪڏهن تہ هر رات اهو راڳ ٻڌڻ ۽ ان تي غور و فڪر ڪرڻ جي عادت جو وڏو عمل دخل آهي.

اسان جي ڳوٺ ۾ جيڪي هر روز رات جو انهن ٻنهي درگاهن تي ڳائيندا هئا انهن ۾ استاد علڻ ڪاسائي،ميهر ڪاسائي، مجنون ماڇي،قربان ماڇي،جانڻ ماڇي، ڪاڪو مريد ماڇي ۽ غلام رسول پيرزادو ۽ ڪڏهن ڏاڏو وريل يڪتاري ۽ چپڙين،ڍولڪ ۽ گهڙي تي راڳ رنگ جون محفلون مچائيندا هئا. جيڪو ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان اڄ تائين اهو هلندو اچي ٿو.اسان جي ڳوٺ ۾ بہ وڏڙا بہ راڳ سان لاڳاپيل هئا جن ۾ هڪڙو هو نانو غلام حسين پيرزادو ۽ ٻيو هو ميان جان محمد. ٻئي مڪمل راڳ جا ڄاڻو هوندا هئا ۽ چڱن ڀلن ڳائڻن کان راڳ ۾ چڪون ڪڍندا هئا ۽ ڪاڪو دين محمد بينون وڄائيندو هو ۽ انعام بہ کٽندو هو. ناني غلام حسين کي مون پاڻ سارنگ ڳائيندي ٻڌو تہ برسات اوڙڪون ڪري اچي وسندي هئي اهڙو سارنگ ڳائيندي مون اڄ تائين ٻيو ڪو ڳائڻو نہ ڏٺو ۽ نہ ٻڌو آهي،جيتوڻيڪ مون استاد منظور عليٰ خان کي ڪئي ڀيرا ٻڌو آهي، ڪيس ٻين بہ ڪيترن ئي سنڌي ماڻهن ٻڌو هوندو پر ڪو بہ اهڙي شاهدي ڏئي نہ سگهندو.

انهن کان سواءِ اسان جي ڳوٺ جي اها بہ خاصيت آهي تہ اسان جو سائين خليفو محمود هوندو هو جنهن نہ صرف ڳوٺ ۾ پر اوس پاس جي ڪيترن ڳوٺن ۾ ملان اسڪول کوليا ۽ اتي جي ٻارن کي مفت ۾ قرآني ۽ نصابي تعليم ڏيندو هو ۽ ان سان گڏو گڏ حڪمت بہ ڪندو هو ۽ ٻنهہ گهٽ قيمت تي علاج معالجو ڪندو هو. فارسي ٻوليءَ جو ماهر هو.

اسان جو هڪ ٻيو ماهر فارسيدان هو خليفو محمد صديق، جيڪو لواري شريف جي بزرگن جو خليفو هو ۽ جڏهن خواجہ احمدالزمان جن ڪن سببن جي ڪري لاڳيتو اٺ ورهيہ امرتسر ۾ سڪونت پذير ٿيا هئا تہ اهو خليفو محمد صديق ئي جو سنڌن ۽ معتقدن جي وچ ۾ رابطي جو ڪم تہ ڪندو هو پر ان سان گڏو گڏ هو روزنامچو بہ لکندو رهندو هو جنهن جو خاصو تعداد سنڌس پونئيرن وٽ اڃان بہ موجود آهي .تنهن کان سواءِ ڪيس ذاتين ۽ قومن جي خوب ڄاڻ هوندي هئي جو ڪو بہ مهمان لڙي ايندو هو تہ ڪيس سنڌس جد امجد جي پوري ڄاڻ ڏئي سگهندو هو.

اسان جي ڳوٺ ۾ اها بہ روايت گردش ۾ هوندي هئي تہ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو جڏهن تعليم جو ڊائريڪٽر هوندو هو ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جودورو ڪرڻ ايندو هو تہ رات اسان جي ڳوٺ ۾ اچي گذاريندو هو جو تر جي ٻئي ڪنهن ڳوٺ ۾ اهڙا تعليمي ماهر ڪيس ڪچهريءَ لاءِ ملي نہ سگهندا هئا.پر افسوس جو هن پنهنجي ڪنهن لکڻيءَ ۾ اهڙو ذڪر نہ ڪيو آهي.

غلام رسول جو اولاد اڄان بہ راڳ سان ڳوٺ وارن کي وندرائيندو اچي. ان راڳ کي باقائدي روزمرهہ جي ڪم وانگر ڳوٺ ۾ رائج ڪرڻ جو سهرو ادي فقير يار محمد جي سِر آهي.هو جيسين ڳوٺ ۾ موجود رهيو تہ نہ چارڻ ڪتان ڪهي ڳائڻا ايندا هئا ۽ هفتن جا هفتا اسان جي ڳوٺ ۾ ٽڪيا پيا هوندا هئا. کين ماني، هنڌ وهاڻو ۽ ٻڌندڙ ڏيو تي ملندا هئا ۽ داد بہ جوڳو ملندو هون.هتي هڪڙي ڳالهہ بہ اوهان سان سليندو هلان تہ استاد منظور علي خان هڪ ڀيري چيو هو تہ،”پين ڳوٺن وارا پئسا گهٽائي ڏيندا آهن پر راڳ پلهڙيجيءَ وارا ٻڌندا آهن.“

مان سمجهان ٿو سخي شاهہ جمال اهو ئي آهي جنهن لاءِ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي رسالي سُر ڏناسريءَ ۾ بيت نمبر ستين کان وٺي 28 تائين جي باري ۾ لڳاتار بيت ڇپيل آهن. جيتوڻيڪ پارڪُن جي راءِ مطابق اهو سر ڏناسري شاهہ عبداللطيف جو نہ آهي، تنهن هوندي بہ انهن جي تحقيق ٿيڻ گهرج تہ اهو ڪهڙو عبداللطيف آهي، جنهن جا اهي بيت ڇپيل آهن. جيڪو شاهہ عبداللطيف جي محفلن ۾ ڳايو بہ ويندو هو ۽ اهي سمورا بيت گنج ۾ بہ آيل آهن. يعني اهو جيڪڏهن ڀٽائي صاحب نہ بہ آهي تہ اهو ڪوئي ان دؤر جو شاعر تہ ضرور آهي. اهو شاهہ جمال ڪير آهي؟ ڪٿي آهي؟ ڪنهن سان تعلق اٿس؟ مان سندس انهن 72 بيتن مان ڪي مثال ڏيڻ پسند ڪندس.

. پنبڻيون پير ڪري، سنبهہ ڏانهن سيبد،
جمعو شاهہ جمال جو عبداللطيفي عيد،
مٿان مون مرشيد، قرض لاهم قبي ڏٽي.

پنبڻيون پير ڪري، پڙ پيراٽي پارِ
ڏٺي جن ڏٽارِ رهي نہ رتيءَ جيتري.

هن سُر جي فصل پهريئن ۾ ڪل 30 بيت آهن، جن ۾ ٻن بيتن يعني بيت نمبر 29 "سي رسيا حق حبيب چئي" چيل آهي، يعني ڪجهہ بيت حبيب نالي شاعر جا آهن ۽ بيت نمبر 23 ۾ "سپ سکي ٿيا صالح چوي" ۽ 22 کان 25 تائين آيل بيت صالح نالي شاعر جا ٿي سگهن ٿا. وري فصل ٻئي جي وائي ڏسو:

**آهي عبداللطيف ڪي، سرءَ آسيڪي شادي**
**هر جا آهي هادي، پير پنهنجو پاڻ سين.**

هي شاهہ جمال آهي جنهن جا اسين پوئنئير آهيون ۽ اجا ڳوٺ ۾ آهيون ۽ شاهہ جمال جو نئين مقبرو اڏايو اٿئون.

اسان جي ڳوٺ ۾ هي پاڙا آهن. وچون پاڙو شاهہ جمال کان وٺي سائين خليفي محمود جي اوطاق تائين، اهي اڪثر پيرزادا حاجي لعل بخش شيخ ۽ شاهہ جمال جو اولاد آهن. خليفي محمد صديق ۽ خير محمد وارن جو پاڙو بہ آهي جن جي اسان جي خاندان سان ڪا لچ ليهہ ضرور لڳي ٿي .وري انور جن جو خاندان الڳ آهي. انهن جو پڙ ڏاڏو حافظ محمد حسن حقيقت ۾ حاجي لعل بخش جي چوڻ تي مسجد جو پيش امام ٿيو هو.ڪيس ٻئي ڳوٺ مان وٺي آيو هو. اسان جي آڏو وارو پاڙو بہ حاجي لعل بخش جي خاندان مان ناهي، انهن کي قاضي ڪري ڪوٺيو ويندو آهي. پويان ڪجهہ ماڇين جا گهر آهن، لڳ و لڳ وڏيري حسن علي يا غلام حيدر جو خاندان، آهي جيڪي و نديږ آهن پر اهي بہ هاڻ پيرزادا ٿا سڏائين، حقيقت ۾ اهي حاجي لعل بخش ۽ شاهہ جمال سان لاڳاپيل ٿي نہ آهن، نہ ٿي هنن سان اسان جي خاندان وارن جون اڄ تائين ڪي مٽيون ماٽيون ٿيل آهن.. سندن پرسان سومرا يا ڪتي آهن، انهن جي پر ۾ ماڇين جو پاڙو ۽ سندن آڏو سيدن جو پاڙو آهي، وچ ۾ هڪ گهٽي آهي، پوءِ ابڙا آهن، ڪاسائي آهن، اڳتي هلي چوهاڻ ۽ ڪنير بہ آهن، ٿورا ساريا ۽ مڱريا بہ آهن.

سيني ذاتين ۽ پاڙن مان گهڻو تڻو شاعر اسان جي ئي پاڙي ۽ خاندان سان تعلق رکن ٿا. جن ۾ نمايان هي آهن، غلام حسين، , رحمت الله اول، دوست علي، محمد ابراهيم مڪاني، گل محمد، در محمد ،مير محمد، عبدالستار رحمت االله ثاني، انور شاه محمد، فيض الله، غوث، مسرور، غلام رسول، محمد قاسم محمد بخش، پير بخش پيرل، هادي بخش، امر، عبدالجبار ۽ ڪجھ ٻيا به جن ٿوري ٿوري شاعري ڪئي، اتي عورتن به پاڻ ملهايو آهي، جن ۾ رحمت خاتون عرف ميران، زبيده، ملڪ ۽ سنڌوءَ به نثر اڻو نظم لکيو آهي .مان اڳتي هلي انهن مڙني تي به ڪو مضمون لکڻ پسند ڪندس پر مون کي مڙني جي شاعري هٿ ڪرڻي پوندي. في الحال مون هي ڪتاب اصل انهن جي تعارف ڪرائڻ لاءِ لکيو آهي، جن جا ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿيا آهن. اهي سڀئي شاعر ۽ اديب هن وقت ڳوٺ جو مان ۽ شان آهن. ڪيترائي نوجوان نوڪري پيشا آهن ۽ ڪيترائي نوجوان اخباري ۽ ميڊيائي صحافت سان لاڳاپيل آهن. ڪي ڊاڪٽر، انجنيئر به هن ڳوٺ جي حصي ۾ آهن. ڏئو وڃي ته اهو به هڪڙو لکڻ جو موضوع بڻجي سگهي ٿو.

اسان جي ڳوٺ جي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ هڪ ٻي سڃاڻ به 1970 واري ڏهاڪي ۾ ٿي،اها هئي سياسي سڃاڻ. اسان يعني انور ميرمحمد، قربان، مان ۽ ڪجھ ٻين ڳوٺ جي پڙهيل ماڻهن گڏجي ڳوٺ سڌار سنگت جوڙي هئي، جنهن پنهنجي تر ۾ خاص ڪري وڏيرڪي سياست کان پنهنجي ڳوٺ وارن جي جند آجي ڪرائي . ڳوٺ سڌار سنگت ايتري شهرت ماڻي جو نه صرف ڳوٺ جا فيصلا گڏيل نموني ٿيڻ ۽ مسئلا حل ٿيڻ لڳا پر اوڙي پاڙي جي ڳوٺاڻن به سنگت وارن کان سهڪار حاصل ڪري ۽ پوليس مان توڙي وڏيرن مان ڪنهن حد تائين جان آجي ڪرائي . ان ڪري اسان جي ڳوٺ جي ماڻهن جي وڏيرڪي ٻڌي ڇوڙيءَ مان جند آجي ٿي. ان ڳوٺ سڌار سنگت وري سنڌي ادبي سنگت جي شاخ به ڳوٺ ۾ فعال ڪرائي جنهن جون هر هفتي گڏجاڻيون ٿيڻ ۽ مقبوليت ماڻڻ لڳيون ۽ ان سان ٿيو ڇا جو ويجهن ڳوٺن ۾ به ڳوٺ سڌار سنگتون جڙيون ۽ سنڌي ادبي سنگتون به قائم ٿيڻ لڳيون . انهن ٻنهي سنگتن جي ڪري ضياءَ دؤر ۾ جيڪا بلدياتي ۽ غير پارٽي چونڊ ٿي ته ان ۾ اسان جو محب حسين چونڊجي آيو ۽ ٽپو بگيءَ جو چيئرمين بڻيو ۽ سندن هاڪ ايتري وڌي ۽

محترمہ بینظیر ڀٽو محب حسين جي سياست مان ايتري متاثر ٿي جو هو محترمہ سان پاڻ سڏو سڏون ڳالهائڻ لڳو ۽ محترمہ جو پنهنجي ڪارندن کي چوڻ هو تہ جڏهن بہ محب پيرزادو اچي تہ بنا جهل پل جي ساڻس ملايو وڃي .انڪري ڏوڪري تعلقي ۾ پوليس ڪاتي وارا اهو چوڻ لڳا تہ اسان ڳوٺ ٻلهڙيهي ٽاٽي مان خارج ڪري ڇڏيو آهي.

هتي هيءَ ڳالهہ بہ دلچسپيءَ کان خالي نہ ٿيندي تہ اسان جي ڳوٺ جي ماڻهن جي اهڙي سياسي شعوري هاڪ متي جو جماعت اسلاميءَ جي محترم قربان بگٽيءَ اسان جي ڳوٺاڻن جي اهڙي مثبت سياسي سوچ ڏسي ٻڌي اسان جي ڳوٺ لاءِ "ننڍو ماسڪو"چئي سڏائي ڇڏيو جيڪو اڃان تائين ڪيترا پراڻا ساٿي يا سياسي ڪارڪن اسان جي ڳوٺ کي ننڍو ماسڪو جي نالي سان سڃاڻندا آهن.

مون هي طويل مضمون لکيو آهي، سيڪجهہ پاڻ لکيو اٿم هيءَ مضمون مون نوجوان اُسرندڙ نسل کيٰ هڪڙي راهہ ڏيکارڻ لاءِ لکيو آهي. جيڪڏهن ان لکڻي ۾ ڪي لڳايون هجن تہ اهي سڀ منهنجي کاتي ۾ آهن. جيڪڏهن چڱايون هجن ۽ پڙهندڙن کي ڪا چاڻ حاصل ٿي هجي تہ پريٽ ٿي سهي ڪا شاباش ٿي چئي ڇڏين تہ سندن ٿورا ٿيندا ۽ مان سمجهندس تہ منهنجو ڪم سڦل ٿيو.

**ٿورا نہ ٿورا، مون تي ماروئڙن جا،**
**پلايون ۾ پيرا، ڳٽي ڳٽبا ڪيترا.**

**شاهہ**

## ستار


تاريخ : 3سيپٽمبر 2011
4 شوال 1432 هہ
پتو : سي_213،شمائل گارڊنس،پلاٽ _118
گلستان جوهر، بلاڪ _19ڪراچي_75290
سيل : 03452217471 03062563417
ايمل: sattar_pirzada@yahoo.com

# منهنجي ڳوٺ جا صاحبِ ڪتاب ليکڪ

سنڌ ڌرتي جيتري جهوني آهي، اوتري سنڌس ٻولي بہ جهوني آهي، اها ڳالهہ اڄ تائين طئي ٿي چڪي آهي تہ سنڌي ٻولي، هن دنيا جي خطي تي تهذيبي لحاظ کان شاهوڪار رهي آهي. سنڌ جي آبهوا جيئن تہ هر منڊ ۾ ڦرندڙ گهرندڙ ۽ ان جو پورو نماءُ ڪندڙ آهي، تنهن ڪري هتي جي آبادي بہ موسمن جي مٺا سٺا موجب مزاج واري آهي، ڪي ماڻهو نرم دل ۽ حساس طبيعت رکندڙ آهن تہ ڪي وري سخت، گرم ۽ سخت مزاج واري طبيعت رکندڙ ماڻهو تي اڳتي هلي پنهنجي قوم، ملڪ ۽ ٻوليءَ جا معمار بڻيا آهن. پوءِ انهن ۾ ڪي ليکڪ، ڪي طبيب، ڪي چاڙهو ڏاها، انجنيئر ۽ زندگيءَ کي سنوارڻ لاءِ سڌارڪ، سياسي ڪارڪن، محندار ۽ ڪي قدرتي ڪرشمن جي پرک رکندڙ ۽ اڀوجهن کي سمجهائيندڙ ڏيندڙ قدرتي رازن جا ڄاڻو اولياءَ ڪرام بہ هن ڌرتيءَ جي حصي ۾ آيا.

انهن مڙني جو پنهنجو پنهنجو ڪردار آهي، سنڌن سوچ، سمجهہ ۽ ڄاڻ يا ذات مان ڪيترائي سيراب ٿي، اها لاٽ ٻاريندا، زندگيءَ کي روشن ڪندا رهندا پئي آيا آهن ۽ اها لاٽ اڃا بہ پئي جرڪي ۽ ان لاٽ مان لاٽ ٻاري، اڳتي روان دوان رکندڙ بہ گهٽ نہ آهن.

شاعر، اديب، ليکڪ، ڏاها قوم جي انهيءَ طبقي سان تعلق رکندڙ شخص ٿيندا آهن. جيڪي پنهنجي علم ۽ ڄاڻ کي بنا معاوضي قوم جي امانت سمجهي قوم جي نوجوان نسل جي پنهنجي شاعري، لکت يعني کهاڻي يا آکاڻي لکي، ڪو ناول لکي يا ڪو مضمون لکي، رهنمائي ڪندا آهن. اها بہ ڳالهہ آهي تہ اهڙن انسانن جو قوت سارو قدر ڪيو ويندو آهي، شاعر ۽ اديب اهڙن فردن مان خاص حيثيت رکندڙ ۽ معاشري ۾ جوڳي جاءِ والايندڙ سمجهيا ويندا آهن. ڇاڪاڻ تہ شاعريءَ ۾ اها خوبي آهي تہ اها ڪنهن بہ پڙهندڙ احساسن تي ترت اثر انداز ٿئي ٿي تنهن ڪري هو ان کي پاڻ سان وهيل واپريل واردات سان مشابهہ سمجهندي جلد شعور مان لاشعور ۾ گهر ڪري ويندي آهي ۽ پڙهندڙ کي ياد بہ ٿي ويندي آهي. تنهنڪري اوهان ڏٺو هوندو تہ هاري ناري،ڪمي ڪاسبي ،ريڍار

ٻڪرار ۾ ڏنار وغيره ڪي به شاعري ضرور ياد آهي. ان حد تائين جو ڪيترا ئي ڳاٽڙا به پڙهيل نه هوندا آهن پوءِ به ڳائڻ لاءِ شاعري ياد ڪري ونندا آهن.

حاجي لعل بخش شيخ عرف نئين ٻلهڙيجي ،منهنجي ڳوٺ ۾ منهنجي خاندان ۾ به اهڙن شاعرن ۾ ليکڪن جي ڪا کوٽ نه رهي آهي.سنڌي ادب جي زرخيزيءَ ۾ انهن به ڪجهه ڪردار نڀايو آهي. مون کي اها پڪ نه آهي ته منهنجي ڳوٺ ۾ خاندان ۾ پهرين پختي شاعري ڪنهن ڪئي، باقي اهو ته پڪ چئي ٿو سگهان ته نثر جو پختو ليکڪ اسان جو مرحوم خليفو محمد صديق ٿي هو جنهن ڪيترين ٿي نثري لڪٽيون پويان ڇڏيون، جن ۾ نمايان ذاتين يا قومن جي بڻ بڻيادن بابت ڄاڻ ڏيڻ ڪيس برزبان ٿيل هو. هن ڪجهه سفرناما يا روزنامچه به لکيا جيڪي پڻ اڻ ڇپيل صورت ۾ مسودن جي حالت ۾ سندن پونئيرن وٽ محفوظ آهن. جن لاءِ سندن چوڻ آهي ته ڪيس اهي منظر عام تي آڻڻ جي پنهنجي مرشد پاران منع ڪيل هئي.
شاعريءَ جي لحاظ کان سڀ کان اول شاعريءَ جي ميدان ۾ ڪنهن قدم رکيو اهو تحقيق طلب نڪتو ضرور آهي پر اسان وٽ هڪ خاصو ڳاٽيتو شاعرن جو ملي ٿو. مثال طور: محمد ابراهيم مڪاني، رحمت الله اول، غلام حسين، گل محمد، در محمد ۾ ان کانپوءِ مير محمد کان وٺي ٽئين نسل رحمت الله ثانيءَ تائين شاعر ملن ٿا. پر انهن مان صاحبِ ڪتاب ڪي ٿورا شاعر يا ليکڪ آهن، سي به گهٽو ٽٽو ٻئي نسل وارا ئي صاحبِ ڪتاب ٿي سگهيا آهن، جن ۾ شروعات مير محمد پيرزادي جي پهرين ڇپيل ڪتاب "مکڙيون ماڪ ڦڙا" سان ٿي، جن شاعرن ۾ ليکڪن جا ڪتاب ڇپجي منظر عام تي آيا آهن يا اڄڪلهه مستند شاعر، ليکڪ سڏائي رهيا آهن، انهن ۾ رحمت الله (اول)، مير محمد، انور، ستار، غوث، شاهه محمد، فيض الله، ملڪ، مسرور، رحمت الله (ثاني)، غلام حسن سائل. فقيربار محمد، شاهه جي شرح لکي ليکڪن ۾ شامل ٿي ويو. هاڻ مان هر هڪ صاحبِ ڪتاب شاعر، ليکڪ جو اول تعارف ڪرائيندس ۾ پوءِ سندس ڪتابن بابت ڄاڻ ڏيڻ جي ڪوشش ڪندس. ۾ شاعريءَ جو نمونو پڻ پڙهندڙن لاءِ ڏيندس.

# رحمت الله اول

رحمت الله ولد عبدالعظيم سن 1910ع ۾ ڳوٺ فيدر تعلقي لب درياهه (ڏوڪري) ضلعي لاڙڪاڻي جي چيڪي مٽي ۽ سنڌوءَ جي مٽيالي مٽي پاڻيءَ مان جنم ورتو چوندا آهن تہ هو ڪافي ننڍي وهيءَ ۾ ئي پنهنجي مرشد خواجہ احمد الزمان لنواريءَ واري جي خدمت ۾ ويچي رهيو تيسين هو پنهنجي ڳوٺ ۾ ئي ڳوٺاڻي اسڪول مان سنڌي ۽ فارسيءَ جا ڪجهہ درجا پڙهي سگهيو هو پر هو تحصيل حاصل ڪري نہ سگهيو هو. مرشد جي خدمت ۾ رهندي کيس ان ڳالهہ ڏي ڌيان ڇڪيو تہ سندس نالو موليٰ داد آهي ۽ موليٰ کان داد حاصل ڪرڻ يا گهرڻ انتهائي جوکائتو عمل آهي، تنهن ڪري اهڙي ڳالهه خيال ۾ هوندي نيٺ هڪ رات خواب ۾ ڏٺائين تہ سندس مرشد سندس نالو مٽائي رحمت الله رکيو آهي، ان ئي ڏينهن مرشد جي خدمت ۾ حاظرٿي عرض ڪري پنهنجو نالو رحمت الله رکيائين، جيڪو پوءِ مرشد جي جماعت ۾ رحمت الله جي نالي سان مشهور ٿيو.

سندس مرشد جي جماعت جيڪا پوري سنڌ ۾ پکڙيل آهي، انهن وٽ تہ هو صرف قصيدي جي شاعر طور مشهور ٿيو پر هن عشقيہ شاعري پڻ ڪئي، جيڪا قصيدي جي شاعريءَ جي ڀيٽ ۾ انتهائي ٿوري آهي.

سندس شادي ننڍي وهيءَ ۾ ئي حاجي لعل بخش شيخ جي ڌيئڙيءَ سان ٿي چڪي هئي، جنهن مان کيس هڪ پٽڙو ۽ چار نياڻين جي اولاد زنده رهي پر کيس قدرت نہ چاڻ چو عمر صرف 41 ورهيہ عطا ڪئي. هو 1951ع ۾ هي جهان ڇڏي ويو. چوندا آهن تہ دق تپ ٿي پيو هوس ۽ غربت واري حالت ۾ ان جو علاج ڪرائي نہ ٿي سگهيو يا علاج هوئي ڪو نہ. چوندا آهن تہ هو خاموش طبيعت، گوشہ نشين ۽ گهٽ ڳالهائو شخص هو. ڳوٺ ۾ بہ چند ماڻهن سان رهاڻ رچائيندو هو جن ۾ سندس سهروحاجي لعل بخش شيخ، محمد ابراهيم مڪاني،محمد علي يا ڪنهن گهڻگهري جماعتي مهمان سان ئي رهاڻ ڪندو هو ۽ اهو بہ گهڻو ٽڻو مرشد جي باري ۾. اهو ئي سبب آهي جو هن گهڻي قصيدي جي شاعري ڪئي. صوفي مت ئي ڪچهريءَ جو موضوع هوندو هوس. هو حقيقت ۾ فنافي الشيخ جي مقام تي پهچي چڪوهو ۽ جيڪڏهن قدرت کيس زندگي عطا ڪري ها تہ هو صوفياڻن

مقام تي رسائي ضرور ماڻي ها پر افسوس صد افسوس جو هو ڦوهه جوانيءَ ۾ موذي مرض ۾ ڦاسڻ ڪري خاندان ۽ قوم ڪان وڇڙي ويو.

چوندا آهن ته هن شب قدر واري رات جو لقاءُ پڻ ڏٺو هو ۽ ان جي اثر ڪري سخت بيمار ٿي پيو هو ۽ نيٺ هو اها شدت برداشت نه ڪري سگهيو هو ۽ راز سانڍي نه سگهيو پر سلي ويٺو هو.

جنهن دؤر ۾ رحمت الله شاعريءَ ٿي ڪئي اهو دؤر سنڌي ادب ۾ عروضي شاعريءَ جو هو. انهن ڏينهن ۾ سنڌيءَ جا مستند ۽ استاد شاعر هي هئا. حافظ عبدالله "بسمل" ٽکڙائي ،ليکراج عزيز ،ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل حيدرآباد، الهه بخش سرشار عقيلي ٺٽو غلام محمد نظاماڻي ڪراچي، ضياءَالدين بلبل دادو، محمد صديق مسافر ٽنڊو باگو ۽ مولوي احمد ملاح بدين. انهن سيني شاعرن جي شاعري فارسي زده هئي. جنهن ۾ گهڻو تڻو محبوب سان ڏنل تشبيهون، تلميهون، استعارا ۽ اشارا سڀ جا سڀ ڏاريا يعني جاٽي واٽي ايراني ٻوليءَ جا استعمال ڪيا ويندا هئا. شاعريءَ ۾ جيترا فارسي لفظ گهڻا اوتري شعر جي چاشني وڌيڪ سمجهي ويندي هئي،انهن ۾ مولوي احمد ملاح ۽ ليکرا عزيز ٿي هئا جن غزل جي شاعريءَ ۾ نيٺ سنڌي ٻوليءَ کي، پنهنجي شاعريءَ ۾ جاءِ ڏني. انهيءَ ئي دؤر ۾ رحمت الله جو هي شعر ڏسو ته هن ڪيئن نه نيٺ سنڌي لفظ ۽ ٻهراڙيءَ جي شين کي پنهنجي هڪ غزل ۾ ڪتب آندو آهي.

پاند پيرن سان پرن،ڪپڙن منجهان ڪي ڪاريون،

ڪي اڇن لوٽا ڪنيون، ڪمرا نوان ڪنگر نوان.

هو لواري شريف جي مريدن مان هو، جن جو طريقو صوفي ازم جي شاخ نقشبنديه سان تعلق رکندڙ آهي. آدم ٽالپر ڪانسواءِ ڳوٺ ۾ محمد ابراهيم مڪاني، خانصاحب غلام حسين دايو لاڙڪاڻي وارو جيڪو انهن ڏينهن ۾ تعليم کاتي ۾ بيٺ عملدار هوندو هو. مستري محمد حسن خاصخيلي پيٺي ميهڙ وارو، آچر فقير لوهار ڦنمبر وارو ۽ امان الله چانڊيو مبارڪ ڪلهوڙي وارو انهن سان رهاڻيون ڪرڻ لاءِ ويندو هو. چيو وڃي ٿو ته ڪڏهن ڪڏهن محمد ابراهيم مڪانيءَ سان رهاڻ رچائي ويهندو هو ته ڪانٽن ڪاڏو پيٽڻو ٿي وسري ويندو هو ۽ پورو ڏينهن پيا ڪچهري ڪندا هئا، جنهن جو خاص موضوع سنڌس مرشد ۽ ان جي طريقت هوندو هو. سنڌس گهاٽن

يارن مان ميان عبداللطيف، محمد ابراهيم مڪاني ۽ امان الله چانڊيو هٿا جي بہ هاڻي هي جهان ڇڏي چڪا آهن.

هو اڃا ڀرپور جوانيءَ ۾ هو تہ ڪيس تپ دق جي موذي مرض اچي وڪوڙيو. انهن ڏينهن ۾ تپ دق لاعلاج مرض سمجهيو ويندو هو ڇو تہ غربت جي ڪري، علاج ڪرائڻ سندس لاءِ ممڪن نہ ٿي سگهيو. ڪيس مرض جي شروعات جي پوري پروڙ ئي پئجي نہ سگهي ۽ خبر تڏهن پئي جڏهن اهو آخري اسٽيج تي پهچي چڪو هو. تيسين هوا يترو تہ نبل ٿي چڪو هو جو کٽ تي اٿي ويهي بہ نہ سگهندو هو. آخرڪار 1951ع ۾ قوهہ جوانيءَ ۾ يعني چاليهہ سالن جي ڄمار ۾ هي جهان ڇڏيائين.

رحمت الله جي گهٽي ۾ گهٽي شاعري قصيدي جي ملي تي جيڪي ڪافي طويل آهن ۽ جهجهي تعداد ۾ مليا آهن. هن جيڪا عشقيہ شاعري ڪئي آهي اها بہ ملي آهي پر ان جو ڳاڻيٽو گهٽ ٿيندو. تنهن ڪري مون سندس قصيدن جو ڪتاب بعنوان قصائد پاڪ جي جولاءِ 2009ع ۾ سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچيءَ پاران ڇاپي پڌرو ڪيو. جيڪو سندس مرشد جي جماعت ۾ ڪافي مقبوليت ماڻي چڪو آهي. هن ڪتاب جا 248 صفحا آهن ۽ مهاڳ ڪانسواءِ 45 قصيدا آهن.هاڻ سندس شاعريءَ جو نمونو ڏسو.

## غزل

شڪر الحمد اچ آيو منتي منٺار جو ڪاغذ،
چمي چشمن مٿي رکيم، پرين جي پار جو ڪاغذ.

پڙهيم پرزو پرت وارو عجيبن جي عنايت جو،
ڪري تصوير ڳل پايان، هٿين جي هار جو ڪاغذ.

اکين تي جام جر هاريو جدائي ۽ جفائي ڪان،
ٻهاريءَ ۾ تيو هاٿي، پسي دلدار جو ڪاغذ.

اچي هڪ ڏينهن ۾ هيڪر، خلاصو خط سوين پيرا،
پڙهان پيو پرت مان پلپل، پرين جي پار جو ڪاغذ.

رحمت الله رکج سانڍي، پنو هي پرت وارن جو،
دلاسو دل دکيءَ کي آهه، هي دلدار جو ڪاغذ.

شـورا كـين ۾ وجهـي ،نـازڪ نهارينـدو نـ ڪـر،
برهـ ۾ بيمـار آهيـان، محـب مارينـدو نـ ڪـر.

دلربا ديدار قسمت سـان ڪـڏهن ٿئـي تـو نصـيب،
درد جـو دونهـون دڪـائي آگ بارينـدو نـ ڪـر.

هڪ وڇوڙي جـي ڏکـن کـان ٿيا نـوان ناسور مـون
ٻيـو هٽـي ديـدان دونـاليون سـاهـ سـاڙيندو نـ ڪـر

عشق تنهنجـي ۾ منـا هـڏ مـاس منهنجـو ويـو ڳـري،
رنـج ويتـر ڏئـي واڌارو محـب ڳارينـدو نـ ڪـر.

رحمـت ا الله کـي پيـاري جـام وصـلت جـو منـا،
پـوءِ وري پـاڻي جـدائيءَ جـو پيارينـدو نـ ڪـر.

اي عزيــزوا يــار منهنجــي لاش تــي آڻــائجو
ويو رسي آهي پرين تـنهن کـي وجـي پرچائجو.

عرض آزي نياز نيـازي دوسـت جـي آڏو ڪجـو
جي نـه پرچي محـب تـان پـانهون پـڏي پـاڏائجو.

شال دلبـر جـي اڳيان هـيءَ التجـا ٿينـدي قبـول،
جي اچڻ ۾ دير ٿئي تان دم گهـڙي ترسائجو.

آخرت جو چوتـڪارو محب ريءَ ٿيندو نـه مـون،
هـٿ وٺي سهـڻي سندو سيني مٿـان سو لائجـو.

رحمت الله هـن وچـوڙي کـان قبوليـو مـوت مـون،
هــي جنــازو در اڳيــان دلــدار جــي دفنــائجو.

ڪٽين نيڻ نازڪ نهاري وڃين ها،
وئين محب ماري جيا ري وڃين ها.

هجر ۾ حبيبا ٽيا حال مو ن هيٺا ن ،
گهڙي محبّ مون ساڻ گهاري وڃين ها.

پرين پيا س تنهنجي آهي تاس تن ۾،
وصل آب پيا را تون پياري وڃين ها.

تنهنجي شوخ چشمن ڪيو آهي زخمي،
ڏئي دل دلاسو ڏو تاري وڃين ها.

ڇڏي رحمت الله بحر ۾ وئين تون،
ٻڏيءَ کي ڏئي ٻانهن تاري وڃين ها.

ڪيو عيد اڪيون دلدار ڏسو
آيو آ محب اڱڻ منٺار ڏسو.

روئي رات منجهان تي ڏينهن تيو
جڏ يار پرين هو پرديس ويو
ڏاڍو سخت وڇوڙي لاچار ڪيو
اڄ وصل سندو آهي وار ڏسو.

هيٺان حال هئا دلدار بنان،
ڪري ياد پرين نت نيڻ رنان ،
مون دوست بنا هت ياڻ ينا،
ويا سور سيئي سردار ڏسو.

سرها سير ٿيا سپ گهير گهٽيون،
جيڪا راھ اچي پيو يارونيون،
پري محب ڏنيون اڄ وصل وٺيون،
ڏاڍو حسن ڪيو هيڪار ڏسو.

چوي رحمت الله شڪران ڪيان
آيو محبُ اڱڻ سبحان چوان ،
جند جان سڄي قربان ڪيان،
سهٽي يار ڪيو سينگار ڏسو

تو کي يار ڏسان جنهن وار مٺا،
ڪن عيد اکيون تنهن وار مٺا.

تنهنجي طلب اندر ۾ يار اٿم،
تنهنجي برهه ڪيو بيمار اٿم،
تنهنجي عشق ڏنو آزار اٿم،
ڪري ڏار پرين نا مار مٺا.

سوا صحبت جي ڏکيا ڏينهن لنگهن،
سوين سور مٺا لکين پور پون،
ڪري ياد پرين نت نيڻ روئن،
راتيان ڏينهن وهايان نار مٺا.

تنهنجي ڪاڻ فدا جند جان ڪيم،
هيڻا ن حال هجر ۾ اڄ يار ٿيم،
تنهجي تير نظر اڄ تير هنيم،
چڪي چاڪ پيا لهه سار مٺا.

چوي رحمت الله اڄ يار هلي،
وڃ يار مون سان منٺار ملي،
ڏنو آه وڇوڙي هي درد دلي،
گڏ يار گهڙي اچي گهار مٺا.

زمانـي كـي ڏنـم جـاچي وفـائي اڄ صـفا كـانهي،
عزيـزن ۾ عجيـبن ۾ اچـا ئـي اڄ صـفا كـانهي.

زبـاني زيـب ظـاهر جـو مثـل مـاکي ءَ مٺاڻـجن ،
مـدائي مـن انـدر تـن جـي اچـائي اڄ صـفا كـانهي.

رکي محبت ڏئي صحبت کـرن انجام تـا جلـدي،
اصـل اقـرار جـي کـنهن ۾ ادائـي اڄ کـانهي .

هونـدو هـکڙو سـون ۾ کـو سـچو سـاري زمـاني ۾
مگر تنهن ۾ وري بالـکل بقـائي اڄ صـفا کـانهي.

رحمـت الله رکـي يـاري مچـائن خلـق ۾ خـواري ،
لجا وئي لوک ساري مان حيائي اڄ صـفا کـانهي.

سواءِ ديدار دلبر جي ناهي دركار ٻئي ڪنهن جي،
وٽي تي ڪين ڪي دل کي منـي گفتار ٻئي ڪنهن جي.

هجي ڪنهن حسن واري جو گهمڻ جي مور جان سارو،
مگر محبوب جهڙي نا تيندي رفتار ٻئي ڪنهن جي.

سندس اهڙو حسن آهي مثلِ شمس و قمر جيا هي،
ناهي مٿ تنهن اڳيان ڪائي سرخ رخسار ٻئي ڪنهن جي

ڳنا هڪ ديد سان دلبر ڪري تابش منـي منور،
ڪندي قتلام نا مون کي تکي تلوار ٻئي ڪنهن جي.

رحمت الله چوي مون کي سدائي ياد آ دلبر،
ڪيان ڪيئن ڳالهه ڪائي ادا اظهار ٻئي ڪنهن جي.

تو کي سونهن اڳي آ يار گهڻي
ڏئي محب ڦٽي سينگار نہ ڪر

تنن جا وار سنوان سپ سياهہ مٺا،
ڪن سو گهو سي ٿي ساهہ مٺا،
تو کي ناهہ منهنجي پرواهہ مٺا،
پر عرض ٻڌي انڪار نہ ڪر.

ڪيفي نيڻ خوماريدار مٺا،
تنهن جا ڳاڙها لب رخسار مٺا،
تنهن جي عشق ڏنا آزار مٺا،
گهڻو برهہ ڏئي بيمار نہ ڪر.

تنهن جا موتي ڏند مرجان مٺا،
ڪيان جان سڄي قربان مٺا،
تنهن جي درد ڪيو ديوان مٺا،
پائي شور اڪٿين اقرار نہ ڪر.

ڏس نيڻ ڪٺي چڏ ناز مٺا،
رک عاشق سان تون راز مٺا،
چوي رحمت ا لله ڪر ي نياز مٺا،
مون کي دوست پري دم ڏار نہ ڪر.

تو ڏسان پنهنجي اڳيان، شهر نوان ۽ گهر نوان ،
ڳوٺ واهڻ ملڪ جا، ماڻهو نوان جهنگ جهر نوان.

پاند پيرن سان پرن، ڪپڙن منجهان ڪي ڪاريون،
ڪي اچن ڪمرا ڪنيون، لوٽا نوان ڪنگر نوان.

پيون ڏنم پوليون نيون، ٽوليون نيون، چوليون نيون،
سينڌ نئين سرما نوان ،آڪڙ نئين زيور نوان.

ڪن اڏيا پڪڙا پراڻا، ڪي ڇنن جي ڇانءَ ۾ ،
ڪن سندا ڪوٺا نوان، بنگلا نوان، دريون در نوان

ذات جا ڪيئي لبا ٽا، مَهر ميمڻ مُلڪ ۾،
ٿَر جاگير اٿي جتوئي، پيا ڏٺم ڏيپر نوان.

مال مارن ڇيڙيا، ۽ تڙ مٿي تو ڏٺ تنوار
دڳ نوان رستا نوان، کوهيون نيون کُوهر نوان.

رحمت ا لله رات ساري، يار گڏ گفتار ڪئي،
محب جي محبت هنيان، تير و ڪمان خنجر نوان.

# يار محمد فقير

سنڌس ٻالپڻ ڪيئن هو سنڌس جمڻ ويل سنڌس نانو حاجي لعل بخش شيخ زنده هو هو حقيقت ۾ حاجي لعل بخش جي بروهڻ گهر واريءَ جو ٻار هو پر ٻالاپڻ ۾ چوندا آهن ته هو ايترو ته سهڻو ٻار هو جو سنڌس والده کي حاجي صاحب هڪ پيري منع ڪئي هئي ته: "هن کي وهنجاري سهنجاري، سينگاري منهنجي سامهون نه آڻجان ورنه هن کي منهنجي ئي نظر کائي ويندي." واقعي ٿيو به ائين، هڪ پيري جي ڳالهه ڪندا آهن ته يار محمد جي والده کي شايد پروڙ نه هئي ته سنڌس والد صاحب گهر ۾ آهي ڇاڪاڻ ته هو اڪثر ڳوٺ کان ٻاهر رهندو هو جو ماڻهو ڪيس دوا درمل جي لاءِ وٺي ويندا هئا. تنهن ڪري ڪيس والده سينگاري ڪنهن پاڙي وارن ڏانهن وڃڻ جو سوچيو پر انهن جو گهر سنڌس والد جي گهر جي ڪاٻي پاسي هو ۽ ڪيس اباڻي گهر آڏو گذرڻو هو. هوءَ جيئن ئي اتان گذري ته حاجي لعل بخش جي نظر ننڍڙي يار محمد تي پئي ته اتان ئي هن رڙ ڪري ۽ هڪل ڪري ڏيءَ کي خبردار ڪيو ته پر مٿان اهو به چيائيس ته اهو ئي ٿيو جيڪو مون توکي چيو هو هاڻ هي ٻچي وڃي ته وڏي ڳالهه ٿيندي پوءِ ته يار محمد بخار جي پيو ۽ هن کي اهڙي عجيب تڪليف تي جو سنڌس ٽنگون گوڏن کان هيٺ ۽ مرن جي وچ ۾ ڦري ويون ۽ هو هلڻ گهمڻ کان ويهي ويو. سنڌس علاج، دوا درمل، ٽوڻا ڦڻا گهڻا ئي ڪيا ويا پر هو هلڻ جهڙو نه پئي ٿيو. نيٺ مايوس ٿي سنڌس والده پنهنجي وڏي ڀاءُ غلام حسين کي چيو ته هاڻ پيو ڪو چارو نه وڃي بچيو آهي، تنهن ڪري تون منهنجي مدد ڪر ۽ مون سان سخي شاهه جمال تي اوجاڳو هلي ڪر ته من نه من ڪا مهر جي نظر ڪري ۽ هي هلڻ جهڙو ٿئي.

مون کي پاڻ ادي يار محمد ٻڌايو ته ٻن ڏينهن جي سمهڻ ڪانپوءِ رات جو مان خواب ٿو ڏسان ته هڪ باريش، سفيد پوش، هٿ ۾ لٺ ڪو درويش مون ڏانهن ايندو ٿو رهي ۽ بلڪل ويجهو اچي مون کي ٽڏو هڻي چوڻ لڳو: "اڙي ڇوڪرا اٿي هل، هتي ڇو ستو پيو آهين؟" ان جي هشمت کي ڏسي ۽ سنڌس اهڙي ٽڏي ۽ دڙڪي ملڻ ڪري مان اٿي پڳس ته اچي گهر پيڙو ٿيس. واقعي سنڌس پنين کي ڏسبو هو ته ڪمان جيان لڱنديون

هيون. پوءِ اها سندس ناني جي نظر چئجي يا ڪا محلق بيماري، اهڙي بيماري سندس ٻئي نمبر پٽ بشير احمد کي بہ ٿي، جنهن جو بہ آپريشن ٿيڻ باوجود سندس پنيون ڦريل ٿي آهن پر هلڻ ۾ ادي يار محمد کي ڪو بہ محسوس ڪري نہ سگهندو هو.

وري هڪ پيري يار محمد جي والده کي پاڙ جي هڪڙي عورت اچي نياپو ڏنو تہ: "اديا گذريل ٻن ٽن ڏينهن کان سخي شاهہ جمال مون کي خواب ۾ اچي ٿو ۽ چوي ٿو توکي چوان تہ گهر جي ٻنيي جي ڪڙهہ کولي ڇڏيندي ڪر جو اسان کي سندس گهر يار محمد کي ڏسڻ ۾ تڪليف ٿي ٿئي." پوءِ اها هاڻي شاهہ جمال جو نالو پئي ڪٽي، پر من کي لڳي ٿو اهو بہ حاجي لعل بخش شيخ ٿي هوندو جنهن کي هو ننڍي هوندي کان ٿي وٺندو هو.

فقير يار محمد پيرزادو سنڌ جي ڀراڙيءَ جي هڪڙي ننڍي ڳوٺ فيدر ضلعو نوابشاهہ جيڪو سنڌو درياهہ جي ڪنار تي (اڄڪهہ اهو ڳوٺ آهي ئي ڪو نہ) 1927ع ۾ ڄائو. درياهہ شاهہ جي مستيءَ ۾چاڙهه ڪري، لڏي پلاڻي، 1936 ۾ خيرن سان اچي ڳوٺ ٻلهڙيجي لڳ موهين جو دڙو کان بہ ميل ڏکڻ طرف سڪونت پذير ٿيو. سندس تعليم ان وقت جي رواج مطابق سنڌي فائينل ٿيل هئي.

فقير يار محمد جو نانو ۽ پڙنانو پنهنجي دؤر جا الله تعاليٰ جا پهتل ٻانها هئا. سندس وڏا ڪنهن حد تائين ٻني ٻاري يا پيري مريديءَ تي گذران ڪندا هئا. سندس پڙ نانو سخي شاهہ جمال (اڙين جو آڏار) جي تربت اڄ بہ ڳوٺ ٻلهڙيجيءَ ۾ موجود آهي.

هو 1942ع ۾ ڳوٺ ٻٽ ۾ معلم ٿيو ۽ 1948ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪيائين، پر ڪيس وڌيڪ نوڪري ۾ رکيو نہ ويو. 1952ع ۾ کيس آبپاشي کاتي ۾ داروغي جي نوڪري ملي، پر ڪن سببن جي ڪري اهي ٻئي نوڪريون ڇڏي اچي گهر ويٺو ٿيو. پوءِ مال متاعَ جي ٽهل ٽڪور ڪري پاڻ ۽ پهنجي خاندان جي پيٽ گذر لاءِ جاکوڙيندو رهيو. ڳوٺ ۾ واندڪائيءَ جي زماني دوران هن جو نظارو ٿيو. بلڪل ايئن جيئن سرمد شهيد جو ٺٽي سنڌ ۾ واپار سانگي اچڻ سان ابيچند نالي هڪ خوبرو هندو ڇوڪري سان نينهن نظارو ٿيو ۽ عشق هن وٽ آيو تہ سندس سموري ڪايا تبديل ٿي وئي هئي ۽ هو جڏهن ٺٽي کان دهليءَ پهتو تہ هو ڪپڙن کان پاڪ ٿي چڪو هو.

چورڻ جو مقصد آهي تہ انسان کي جڏهن عشق مجازيءَ جي چوٽ لڳي ٿي تہ پتائي چواڻي تہ: "عشق جنين سر آئيو سي نه پانڻن بک". جڏهن اهو عشق سچل سرمست وٽ آيو تہ هن عالماڻو نٽ ٽانگر چڏيو ۽ الفي پائي، يڪتارو کڻي، چورڻ لڳو "تيري عشق نچايا، ڪر ڪي ٿيا ٿيا" يا هن اهو چورڻ شروع ڪيو "ڪافر مومن ناهيان، جوئي آهيان سوئي آهيان". ايئن فقير يار محمد جو نظار قادر بخش ابڙو عرف قادن سان ٿيو. هن جي من ۾ هڪ هلچل مچي وئي، هن بہ چڻ الفي پاتي، ڪشتو ڪڻي سڄر شروع ڪيو ۽ فڪر فراق لاءِ شاهہ جمال تي ويٺو تہ هن تي ڪيئي راز عيان ٿيڻ لڳا. پر هن اهي راز سيني سان سلڻ ۽ ونڊڻ ورهائڻ شروع ڪيا جو هو قلندر شهباز جو پوئلڳ سڏائيندو هو ۽ چوندو هو تہ قلندر جو طريقو پيري مريديءَ وارو نہ پر هو سچي فقر کي پائيڙا ڪري سمجهندو هو. تنهن ڪري اسين سڀ پائيڙا آهيون. هڪ ٻئي کي سيکاريون ۽ هڪ ٻئي جي ڄاڻ مان سڪون ٿا. پوءِ ٿي هو صوفي شاعرن ڏانهن لڙيو ۽ انهن کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ لڳو.

ان گهر ۾ رهڻ ۽ نينهن نظارو ٿيڻ کانپوءِ سندس ذهن راڳ رنگ سان ريجهڻ لڳو ۽ ڳوٺ ۾ ملوڪ شاهہ جي تُربت تي ٿيندڙ راڳ جي محفلن ۾ ويهڻ ۽ راڳ جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ ڳائيندڙن مجنون ماڇي، ميهر ڪاسائي ۽ ٻين کي شاعري، راڳ جا گر ۽ فريد، بلها شاهہ حمل فقير ۽ اهڙن ٻين صوفي شاعرن جي شاعري، صحيح تلفظ سان پڙهڻ سيکارڻ لڳو.

هڪ لڳا ملوڪ شاهہ جي تُربت تي ويهي تلاوت قرآن پئي ڪيائين تہ هن تي هڪ از افشان ٿيو. هو عربي تہ پڙهيل هو ۽ نہ ئي ڄاڻندو هو. ان جي باوجود هن کي قرآني آيتن جي معنيٰ سمجهه ۾ اچڻ لڳي ۽ پانيائين تہ سچو قرآن هن لاءِ عيان ٿي پيو آهي. في الحال تہ چرڪي ۽ ڊڄي ويو. ان مهل ئي قرآن بند ڪري سڌو گهر آيو ۽ اچي پنهنجي والد محترم ملان شفيع محمد عرف جمن سان حال اوريائين . جنهن کان قرآن شريف کولرائي ڪيس ان جي معنيٰ ٻڌائيندو ٿي ويو جيڪا ڪافي درست هئي.

جڏهن دل جي دري کلندي آهي، تڏهن ماڻهو جو اندر اُجري پوندو آهي. پوءِ ڪيترائي راز هن تي عيان ٿي پوندا آهن . ايئن ئي يار محمد تي قدرت پنهنجو ڪرم ڪيو ۽ هو شاهہ لطيف جي شاعريءَ کان ٿيندو سنڌ

۽ پنجاب جي صوفي شعراءِ تائين پڙهي انهن ۾ لڪل راز عيان ڪندو اظهاريندو ۽ سيني يارن دوستن جي قلبن تان ڪٽ ڪوريندو رهيو.
نيٺ كيس خيال آيو تہ انهيءَ پنڌ جي پانڌيٽڙي هئڻ جي ناتي، ڪنهن اهڙي رهبر جي ڳولا ڪجي، جيڪو منزل مقصود تي پهچائڻ جي رهنمائي ڪري. ان لاءِ سنڌ جي اڪثر سنڌس خيال سان ٺهڪندڙ درگاهن جي سجاده نشينن وٽ طالب ٿيڻ لاءِ ويو پر ڪو بہ هن سان بحث مان ڪٿي نہ سگهيو ۽ سندس سوالن جا جوڳا جواب ڏئي نہ سگهيو. ان ڪري هو ڪنهن جو طالب نہ بڻيو باقي پنهنجي ليکي هو پاڻ کي قلندر شهباز جو پوئلڳ چوائيندو هو.
پنهنجي ڳوٺ ۾ اول ملوڪ شاھہ تي ۽ پوءِ شاھہ جمال يعني پنهنجي پڙ ناني جو متولي ٿي وينو ۽ راڳ سان روح رلائي ڇڏيائين. جتي راتين جون راتيون راڳ رنگ جون محفلون ۽ آئي وئي سان قرب جون ڪچهريون ۽ ڀٽائي جي شاعريءَ تي جڙ تہ ليڪچر ڏيڻ شروع ڪيائين. هتي هڪ ڳالھہ هيءَ بہ چوان تہ شاھہ جمال تي ويهڻ کانپوءِ فقيريار محمد سير ڪري آئي وئي کي کارائيندو هو ۽ انهن جو بار ڪڏهن بہ پهنجي ياٽرن تي نہ وڌائين .باقي سندس بارن ٻچن جي ڪفالت سندس ييا به ياٹرڪندا رهندا هئا ۽ آخر سندس اولاد جي پاڻ پرائيءَ تائين. ڪيترائي هن جي قرب ۽ ڪچهرين جي ڪري ڪڙجي ويا. هو سدائين اسان نوجوانن کي شاھہ لطيف کي سياست سان سلهاڙڻ تي رنج هوندو هو ۽ چوندو هو تہ شاھہ لطيف ايٺن نہ ٿو چوي جيئن اوهين کيس سمجهي رهيا آهيو پر ڀٽائي ايئن ٿو چوي جيئن اسين فقير ٿا چئون.
مثال: مارئي انساني ارواح آهي، جيڪو پنهنجي ڪل يعني رب پاڪ جو جزو آهي ،پنهنجي انهن جزن جي تانگھہ ۾ آهي. سندس ملير عالم الارواح آهي ۽ هتي هن انساني جسم، قيد خاني ۾ آيو آهي. هن جا بند بدا ٿيندا تہ هو اصل وطن يعني ڪل سان ملڻ لاءِ عالم الارواح ڏي ويندو. باقي اوهان ڪڏهن سنڌ ڌرتي يا ملڪ سان اهڙو واعدو ڪيوهو ڇا؟ هو ڀٽائي پڙهندو هو تہ اکين مان ڳوڙها جاري ٿيندا هئس.
نيٺ هڪ دؤر آيو جو هو اولاد جي ڪري ڪراچي اچي رهيو. ڪراچيءَ ۾ رهڻ دوران بہ هن وٽ اهي ئي ڪچهريون، اها ئي شاعري، اهي ئي راڳ رنگ، اهي ئي روح رچنديون.جڏهن هو پاڻ کي بنھہ اڪيلو

محسوس ڪرڻ لڳوجو هن جا پائر ۽ اولاد فليٽ ۾ اچي رهيا ته مان هن وٽ گهڻو ويندو هوس ۽ ڪيس نيٺ چئي ان ڳالهه تي آماده ڪيم ته پنائيءَ ڪي هر ڪنهن شارح ۽ سهيڙيندڙ جيئن سمجهيو آهي تيئن لکيو آهي، ورنه پنائيءَ جي رسالي جا ايترا ڇاپا نه هجن ها. ڪيس انهن مڙني ڇاپن مان ڪلياڻ آڏواڻيءَ جي شرح ڪنهن حد تائين پسند هئي، نيٺ منهنجي مر چڏو ۽ شير پنيان ڦيڪاريءَ واريءَ ڳالهه نيٺ وڃي هٽي هنڌ ڪيو ۽ هو آماده ٿي ويو شاهه جي شرح فقيراڻي رنگ ۾ ماڻهن لاءِ اظهارڻ.

اهو اظهار هن شاهه لطيف جي شاعريءَ جي ٻن ڇاپن کي آڏو رکي ڪيو آهي. هڪڙو مرزا قليچ بيگ وارو نسخو ۽ ٻيو ڪلياڻ آڏواڻيءَ وارو نسخو. پر گهڻو تڻو بيت هن مرزا قليچ بيگ واري نسخي تان ڪنيا آهن ۽ ڪجهه بيت ڪلياڻ آڏواڻي واري ڇاپي تان ڪنيا اٿس.

هو سنڌ جي فقيرن سان گڏجي لاهوت ياترا به ڪري آيو هو. هن وٽ به ذات پات، ننڍ وڏائيءَ واري ڳالهه ڪا نه هوندي هئي . هر آيو ويو ان ٿي پٽ تي وڇايل تڏن ۽ گودڙين تي مچ جي چوڌير ويهندو هو. سندس راڳ بابت چاڻ جي هاڪ ٻڏي ڪيترائي راڳي شاهه جمال تي فقير يار محمد جا مهمان ٿيا تڪيا پيا هوندا هئا ۽ اهي راڳ ڳائيندا هئا ۽ فقير هنن کي فقيرن جا نڪتا ۽ قلندري طريقت بابت چاڻ ڏيندو ۽ سندن ڳايل صوفياڻن ڪلامن جي رازن کان ٻڌندڙن کي آگاهه ڪندو رهندو هو. مون جيترو ويجهو فقير يار محمد سان گذاريو ۽ جيڪي ڳالهيون وقت بوقت مون سان ڪندو رهندو هو انهن کي اظهارڻ لاءِ وقت ۽ ڪاغذن جي ضرورت آهي هي به چار ڳالهيون انهن مان واهان سان سليون اٿم . هاڻ هن ڪتاب بابت ڪجهه ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان.

هونءَ مان ان ڳالهه جو اشارو مٿي ڏئي ويو آهيان ته سندس پنائيءَ جي شاعريءَ جي باري ۾ ڇا رايو هو. هاڻ مان اوهان کي سندس ڪيل شرح جي ڪلياڻ آڏواڻيءَ جي شرح سان ڀيٽ ڪري ڏيکارڻ چاهيندس.

سر ڪنيات مان ساڳيو بيت ڪلياڻ آڏواڻيءَ ڪيئن شرح ڪئي ۽ فقير يار محمد ڪيئن ٿو شرح ڪري نموني طور ڏسو:

شارح ڪلياڻ آڏواڻي، سر ڪنيات داستان پهريون، بيت ستون

چنڊا! تنهنجي ذات، پاڙيان تان نه پرينءَ سين،
تون اڀو ۾ راتِ، سڄڻُ نِتُ سوجهرا.

شرح: اي چنڊا! تنهنجي حسن ۽ خوبيءَ کي سپرين جي سونهن ۽ سوڀيان جو مٽ نه ٿو سمجهان. تون رڳو رات جو ٿو ڀڪين، اسان جو پرين ٻارهوئي پيو ڀڪي.

شارح فقير يار محمد، سر ڪنيات داستان پهريون، بيت 13

شرح: اي صفاتي محبوب توهان سهڻن جي سونهن، حقيقي پرينءَ سان نٿي پيٽي سگهجي، اوهان هن خواب واري دنيا ۾ اڇا اجرا آهيو پر منهنجو حقيقي محبوب ٻنهي جهانن ۾ روشن آهي.

شارح ڪلياڻ آڏواڻي، سر سريراڳ، داستان پهريون، بيت پهريون

ماڻ پُڇنئي سُپرين، چِتان لاهِ مَ چِٽُ
اُنين جا اَمرَ، ڪڻ ته خالي نه ٿئين.

شرح: تون پرينءَ جي پچار دل تان نه لاهه ته من پرين به تنهنجي سار لهن. سندن مڙئي حڪم مڃ ته ڪڏهن به سندن فيض کان پالهو نه رهين.

ساڳوي بيت نمبر، ساڳيو سر ۽ ساڳيو داستان، فقير يار محمد هيئن شارح ٿيو.

شرح: تون اڪيون ٻوٽي تصور ڪري پرينءَ جي يادگيري فراق سان ڪر ته محبوب ضرور ايندو. تون صبر ۽ تحمل سان فڪر فراق ۾ سڪ پيار سان رهه ته نااميدي نه ٿيندي.

مرتب ۽ شارح ڪلياڻ آڏواڻي، سُر سامونڊي، داستان پهريون، بيت 2

پڳهه پاسي پڇ، آيل! سامُونڊين جي،
من ۾ ٻاري مَچُ، جِمَ وَڃَنئي اوهِري.

شرح: اي منڌ! سامونڊين جي پڳهه جي ڀر ۾ وڃي درد ۽ سوز ۾ پڇ، متان هو تنهن جي من ۾ محبت جي آڳ اٿاري، پنهنجي ٻيڙي هاڪاري هليا وڃن.

ساڳئي داستان، ساڳئي سر، ساڳئي بيت 2 جي شرح فقير يار محمد هيٺئن ٿو ڪري:

شرح: جيڪي روئڻ وارا عاشق آهن تون به انهن سان رهي، پنهنجي مجازي محبوب جو تصور ڪر، اهي تنهنجي محبوب سان پيار وڌائيندا ۽ فراق جو مچ مچائيندا ۽ پوءِ حقيقي محبوب ڏي وٺي ويندا.

مرتب ۽ شارح ڪلياڻ آڏواڻي، سر ڪيڏارو داستان پهريون، بيت پهريون:

ڏنو مُحَرمُ ماهُ، سَنڪو شهزادن ٿيو
جاڻي هيڪ الله، پاڻ وڻنديون جو ڪري.

شرح: محرم جو مهينو ڏنو آهي ۽ دل ۾ شهزادن (امام حسن ۽ امام حسين) جي جهوري لڳي آهي، هڪ الله کي ئي هر راز جي ڄاڻ آهي، جو پاڻ ئي وڻندڙ ڳالهيون ٿو ڪري.

ساڳئي سر جو داستان پهريون ۽ بيت به پهريون ڏسو ته فقير يار محمد ڪيئن ٿو شرح ڪري:

شرح : چنڊ جهڙي سهڻي مجازي محبوب کي ڏسي، عاشق کي انتظار ٿيو عشق انهيءَ راز کي ڄاڻي ٿو جو پنهنجي مرضي سان هلندو آهي ۽ عاشق سان موت ۾ ملاقات ڪندو آهي.

مرتب ۽ شارح ڪلياڻ آڏواڻي، سر ڪاموڏ، داستان پهريون، بيت پهريون.

تون سمون آءٌ گندرِي، مون ۾ عَيبَنِ جُوءِ،
پَسي راڻِين روءِ، متان ماڱرِ مَٽئين.

شرح: تون سمون سردار آهين ۽ مان گندري ذات جي مهاڻي آهيان ۽ مون ۾ اوڻاين جو ماڳ آهي، تون راڻين جو منهن ڏسي، متان ماڱر ذات جي مهاڻيءَ کان منهنڙو مٽي وڃين!

هاڻ ساڳيو سر، داستان به ساڳيو ۽ بيت به ساڳيو ڏسو فقير يار محمد ڪيئن ٿو سمجهاڻي ڏئي ۽ هن ڪيئن پنائي جي ڪاموڏ ۾ رکيل راز سلجهائڻ ۽ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

شرح: محبوب حقيقي تون ڪائنات جو بادشاهه آهين، مان روڳي گندي آهيان، تون راڻين جو سينگار (پرهيزگارن جي عبادت) ڏسي متان مون گنديءَ کان نفرت ڪرين ۽ منهن مٽي وڃين.

هاڻ پڙهندڙ پاڻ به انصاف ڪندو ته اسان جي دانشورن جي راءِ ۽ پتائيءَ متعلق فقراءِ جي راءِ ۾ ڪهڙو فرق آهي. سنڌ جا اهي فقيرجن لاءِ پتائيءَ چيو آهي: "جي تو سانگ سسيءَ جو تان تون نانهه فقير". اهي فقير جن کي سِسِيءَ جو سانگ نه هو جيئن سرمد شهيد کي شهادت ويل سندس هڪ پوئلڳ چيو هو ته: "هينئر به وقت آهي، جي تون ڪپڙا پهرين ۽ قلمئه طيب پورو پڙهين ته تنهنجي قتل جي سزا معاف ٿي سگهي ٿي". جنهن تي سرمد وراڻي ڏني هئس ته: "مان حق تي آهيان، تنهن ڪري مان ايئن ڇو ڪريان". پر ٻئي پاسي گيليو هو جنهن کي پنهنجي هڪ پياري شاگرد چيو ته: "استاد تو اهو ڇا ڪيو جو لکت ۾ ڏنئه ته: ڌرتي نه گول آهي ۽ نه سج جي چوڌاري ڦري ٿي". جنهن تي گيليلو هن کي وراڻيو هو ته: "منهنجي لکي ڏيڻ سان ڌرتي ڦرڻ ڇڏي ته نه ڏيندي ان ڪري لکي ڏنم". هاڻ اهو فرق آهي فقير ۽ دانشور جي خيالن ۾.

پراڻي عهدنامي جي پيدائش جي باب پهرين جي آيت 26 کان 28 ۾ آيل آهي ته: "خدا چيو اسين انسان کي پنهنجي صورت تي پاڻ جهڙو جوڙيو ته اهي سمنڊ جي مڇين تي، هوا جي پکين تي، ڍورن تي، سڄ ۽ زمين تي، سڀني سُرندڙ ۽ جيتن تي حڪومت هلائين ۽ خدا پنهنجي صورت تي انسان کي پيدا ڪيو خدا جي صورت تي پيدا ڪيائين. نر ۽ ناريءَ کي پيدا ڪيائين ۽ خدا انهن کي برڪت ڏئي چيو ته وڌو ۽ ويجهو ۽ زمين کي ڀرپور ۽ طابع ڪريو". هاڻ اسان جي سنڌ جو فقير به ان ڳالهه جو قائل آهي ته "الانسان سري و انا سره." "انسان پيدا ٿيو هوبهو هن جي صورت جهڙو". انڪري هو هر انسان جي تعظيم ڪرڻ لازم سمجهندا آهن، هر ڪنهن سان نوڙت سان پيش ايندا آهن. هر ڪنهن کي هٿ جوڙيندا آهن. هر ڪنهن لاءِ سٺو سوچيندا آهن، ان ڪري نه ته اهو اسان کان اتم آهي، پر اهي اها تعظيم هن جي خدا جي صورت ۽ خدا جي نور جي جزي جي ڪندا آهن. جو ته ان جي شاهدي به پراڻي عهدنامي ۾ آيل آهي ته "انهيءَ جي نسن ۾ زندگيءَ جو ساهه (نور) ڦوڪيائين ته هو جيئرو انسان ٿي پيو". ۽ قرآن پاڪ ۾ شاهدي آيل آهي ته: "ملائڪن جڏهن بوتو تيار ڪيو ته ان ۾

پنهنجو جز يعني روح ڦوڪياائين تہ هو زندهہ ٿي پيو." ان ڪري فقير يار محمد بہ ڀٽائي جي ان بيت کي سچو ثابت ڪيو آهي تہ:

هي بيت نہ ڀانيو ماڻهوئا، آيتون آهين،
نيو مَنُ لائين، ڀريان سندي پارَ ڏي،

فقير يار محمد هڪ ڊگهي عرصي کان جسماني طور نبل ۽ صحت جي خرابيءَ ڪري بيمار رهڻ لڳو هو. ان جا ڪجهہ سبب ڪراچيءَ ۾ هجڻ ۽ هڪ هنڌ ويهي وجڻ بہ ٿي سگهن ٿا. ان جي باوجود جڏهن هن ڀٽائيءَ جي بيتن جي شرح ڪرڻ شروع ڪئي تہ چڻ هن جي جسم ۾ ڦڙتي اچي وئي هئي ، ڪيس پوري رسالي جي شرح جيڪا هن صرف بيتن جي ڪئي آهي، ان عرصي دوران ڪانئس بيماري بہ وسري وئي. منهنجي هر ٻئي ٽئين ڏينهن ملڻ واري نيم ۾ هو مون کي پڙهي ٻڌائيندو هو.ڪڏهن انهن بيتن جي وڏيڪ تشريح ڪري ٻڌائيندو هو ۽ ايئن ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڳالهائيندو هو جو ڪڏهن بہ اهو احساس نہ ٿيندو هو تہ ڪو هو بيمار بہ آهي. اهو هو هن جو شوق ۽ ڀٽائيءَ جي شاعريءَ سان لڳاءُ ۽ فقراءَ جي خيالن جي اپتار سان دلچسپي هئي .

جڏهن هن سڄو رسالو تشريح ڪري ورتو تہ ان ۾ ڪافي ڊاهہ ڊوهہ بہ هئائين . مون ڪيس اهو فيئر ڪرڻ لاءِ چيو ۽ اجا ٿورو ئي فيئر ڪري سگهيو تہ هن جي صحت هن جي هٿن مان نڪرڻ لڳي ۽ آخر پورو هڪ سال ۾ اهو پرو ٿيل رسالو فيئر نہ ٿي سگهيو ۽ پاڻ 1998ع ۾ اهو ڪم اڌورو ڇڏي وڃي پنهنجي اصل سان مليو.جز ڪل سان ملي ويو.

شاهہ لطيف جو اهو پار اسان کي فقير يار محمد ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، هاڻ اهو اسان پڙهندڙن تي ڇڏيل آهي تہ ڀريان سندي ڳالهہ ٻڌي، هنئين سان هنڊائين تہ فقير يار محمد ۽ اسان جو پورهيو ثابت پوي. آخر ۾ دعا آهي تہ:

پورهيو سندو پورهيتن، والي ڪيمَ وڃاءِ
سو مون ٿورو لاءِ، جو پئي پراڻو نہ ٿئي .

يار محمد پاڻ کي فقير چوائڻ لڳو هو جنهن ڪري هن اهڙين درگاهن جي سجاده نشينن سان تعلق جوڙيو جيڪي خاص ڪري صوفي

متي، جي ڄاڻ کان وانجهيل هئا. ڪين صوفي ازم جي ڪا به پروڙ ڪا نه هئي، نه ئي وري يار محمد صوفين جي اصل متي مان واقف هو صوفين جي لاءِ پهريون ڏاڪو ئي شريعت آهي، جنهن کان هو ڪوهين ڏور هو هن وٽ صوفين جي لاءِ پٽائي گهوٽ جو هي بيت اهڃاڻ بڻيو ته:

روزو ۽ نماز اي‌ءَ پڻ چڱو ڪم
اهو ڪو پيو فهم، جنهن سان پسڻ ٿئي پرينءَ جو

يا وري سچل سرمست جو هي بيت:

ڪلمي ڪو نه ڪيو مورڻن مسلمان،
مڪو ڪين محمد، عرب کان ايمان،
سچو سِرُ صبحان، عالم ليکي آدمي.

يار محمد کي صوفين جي علم بابت به ڄاڻ ڪا نه هئي ۽ نه ئي هن وڏن، مستند ۽ مشهور صوفين جون ڪي لکڻيون پڙهيون ۽ پرجهيون هيون، بس هن هندو جوڳين ۽ سادن واري رسم نشي ۾ رهي بي سُڌ ۽ دنياوي جهنجهٽن کان پري رهي ايشور يا پرماتما کي پائڻ لاءِ ڏيان گيانُ ڪرڻ واري ڳالهه جي ڪٽي ڳنڍ ٻڌي. هن سٽر ڪري هر آئي وئي جي بک اُجهائڻ لاءِ خوب جتن ڪيو جيڪو ڪم ڪو ايترو سولو نه هو. ان ۾ پنهن جي عزتِ نفس مارڻ جو درس آهي. پر سندس صحبت ۾ منهنجو ڳوٺڙو جيڪو ڪنهن زماني ۾ علم جو پنڊار هو اتي جو اڪثر نوجوان نسل نشي جي علت ۾ اڙجي ويو. ڪاڏي وئي، تعليم، ڪاڏي ويو فهم ۽ علم. ڪاڏي ويا بحث مباحثا، سيڪو گهٽ ڄاڻ هوندي پاڻ کي عقل ڪل ڄاڻيو ويٺو آهي، ڳوٺ کي اهو جيڪو نقصان رسيو ان جو ازالو سندس چڱائين ۽ ڳڻن به نه ڪيو.

# مير محمد

مير محمد ولد رحمت الله 1942ع ۾ ڳوٺ حاجي لعل بخش شيخ ۾ پيدا ٿيو. پاڻ اڃا 8 يا 9 ورهين جو ٻار هو تہ سندس مٿان پدرانہ شفقت جي ڇانوَ ڏيندڙ گهاتو وڻ، ٽي بيءَ جي لپيٽ ۾ اچي کيس ننڍڙڻ ۾ ڇڏي راهہ رباني راهي ٿي ويو. کيس ۽ سندس خاندان جي سنڀال سندس چاچي نالي دوست عليءَ ڪئي.

دوست علي هڪ ننڍڙي سرڪاري نوڪريءَ ۾ هئڻ ڪري پنهنجي اولاد، ان کان سواءِ پنهنجي ڀائي ياءَ ولي داد جي اولاد لاءِ ڇپر ڇانوَ جو ڪم ڏنو پر ڪٿي والد ڪٿي چاچو پٽاٽو اولاد جيڪي انگل آرا پنهنجي والد سان ڪندو آهي، اهڙا آرا تہ پنهنجي چاچي سان ڪري ٿي نہ سگهندو آهي. تنهن هوندي بہ کيس جوڳي تعليم ملي. پرائمري تہ پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۾ حاصل ڪري ورتائين، مير محمد جيئن تہ هن خاندان ۾ اول تہ پهريون ۽ اڪيلو پٽاٽو اولاد هو تنهن ڪري کيس سيڪنڊري تعليم لاءِ ڏوڪري هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو جتان مئترڪ سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪرڻ کانپوءِ کيس سندس چاچي دوست علي سنڌ ايگريڪلچر ڪاليج ٽنڊو ڄام ۾ داخلا وٺي ڏني. ان وقت جي پرنسپال ڊاڪٽر اي ايم شيخ جي ذاتي دلچسپيءَ جي ڪري کيس هاسٽل ۾ رهائش ملي ۽ ان سان گڏوگڏ اسڪالر شپ بہ ملي وئي.

مير محمد ننڍي هوندي کان ئي هوشيار شاگرد هوندو هو. انهن ڏينهن ۾ کيس ادب پڙهڻ جو شوق ٿيو ۽ هن اتي شاعري جي ميدان ۾ قدم رکيو. هو جڏهن بہ ڳوٺ ايندو هو تہ ڪي ادبي ڪتاب، ادبي رسالا خاص ڪري ماهوار نئين زندگي ۽ تہ ماهي مهراڻ پڻ خريد ڪري آڻيندو هو.

هڪ ڀيري جيئن هو ڪاليج ۾ موڪل هئڻ ڪري ڳوٺ آيو تہ ڪي بيت اچي ٻڌايائين. مون کي ياد آهي تہ انور انهن ڏينهن ۾ اڃا ادب پڙهڻ ڏانهن نہ لڙيو هو ڇاڪاڻ تہ هو ماستريءَ سان گڏوگڏ خانگي طور بي اي جي تياري ڪندو هو ۽ انهن ڏينهن ۾ ريڊيو پاڪستان تان مخدوم طالب المولیٰ جي شاعري ڳاتي ويندي هئي، تنهن ڪري مير محمد جڏهن اهي بيت پڙهي ٻڌايا ۽ پڇيائين تہ ڄاڻو ٿا تہ هي ڪنهن جا بيت آهن تہ

انور پونسٽ جواب ڏنو هوس تہ، ”مخدوم طالب المولیٰ جا تي سگهن ٿا“.
ڇاڪاڻ جو انهن ڏينهن ۾ گهڻو تڻو شاعر حضرات فقط غزل جي شاعري ڪندا هئا ۽ اهو مخدوم طالب المولیٰ تي هوندو هو جيڪو نج رومانوي ۽ عشقيہ شاعري سان گڏ ڪڏهن صوفياڻي رنگ ۾ رنگيل غزل يا نظم بہ لکندو هو ۽ ڪڏهن بيت جي صنف تي بہ هنجي شاعري ڪڏهن نئين زندگي تہ ڪڏهن مهراڻ ۾ ڇپيل نظر ايندي هئي. ان کان پوءِ مير محمد باقاعدي شاعري 1962ع کان ڪرڻ شروع ڪئي. اسان اڪثر موڪلن جي ڏينهن ۾ ٽنئي گڏجي اوطاق ۾ ويهي شاهہ لطيف جي شاعري پڙهندا هئاسون. اسان جي ڳوٺ هفتي ۾ هڪ ڀيرو يعني هر جمعي جي رات ملوڪ شاهہ تي فقيراڻو راڳ ٻڌڻ ويندا هئاسون. مير محمد اهو راڳ ٻڌي راڳ جي راڳڻين مان واقف ٿي ويو ۽ جتي منجهندو هو تہ ڪڏهن فقير يار محمد، ڪڏهن مجني ماڇي تہ ڪڏهن ميهر ڪاسائيءَ کان پڇي پڪ ڪرائيندو هو ۽ ڪيس هر ڳائڻي پاران ڳايل هر راڳڻي سمجهہ ۾ ايندي هئي ۽ جيڪا اڄ بہ سندس خوبي آهي.
نيٺ مان بہ مئٽرڪ پاس ڪري ٽنڊوڄام ۾ سنڌ ايگريڪلچرل ريسرچ انسٽيٽيوٽ ۾ نوڪريءَ خاطر آيس ۽ مون کان اڳ مير محمد پڻ ساڳئي انسٽيٽيوٽ ۾ اسسٽنٽ ايگرانامسٽ طور ملازم ٿيجي چڪو هو. پر هاڻ هو بنهہ مستند شاعر طور مشهور ٿي چڪو هو ۽ سندس شاعري ماهوار رسالي سهڻيءَ ۾ پڻ ڇپجڻ لڳي هئي، تنهن ڪري اسان ٻئي گڏ رهڻ ڪري ادبي ڪتاب ۽ ماهوار رسالا خريد ڪري ايندا هئاسون ۽ شام جو يا رات جو دير تائين پڙهندا هئاسون، هڪ ٻئي سان بحث ڪندا هئاسون.
منهنجي ٽنڊوڄام اچڻ کان جلد ئي پوءِ مير محمد جي بدلي ٽنڊوڄام مان سڪرنڊ ايگريڪلچر فارم تي وئي. مان ٽنڊوڄام مان نوڪي ڇڏي حيدرآباد ڊاڪٽر اي ايم شيخ جي پٽ ڊاڪٽر فرخ سيار شيخ جي پئٿالاجي ليبارٽريءَ ۾ اچي ويو هوس. مير محمد کي سڪرنڊ ۾ تاج جويو، خاڪي جويو ۽ اتان جا ٻيا ڪيترائي نوجوان شاعر مليا ۽ گڏوگڏ مطالعو ۽ مشاهدو پڻ وڌندو رهيس تہ سندس شاعريءَ ۾ رچاءُ ۽ پختگي ايندي وئي. هتي هن شاعراڻين مختلف صنفن تي ڀرپور لکيو. وري جو تر جا ٻيا بہ مستند ۽ جهونا شاعر راشد مورائي ۽ عبدالحڪيم ارشد سان مڪا ميلو ٿيڻ کانپوءِ اتان جي اوس پاس جي شاعرن سان رهاڻيون

رچاياائين، راڳ ٻڌندي ويراڳ پاتائين تيئن سندس شاعري جي صنفن ۽ اتان جي ٻوليءَ جي لهجي تي گرفت مضبوط ٿيندي وئي.

هتي هن نہ صرف غزل يا بيت لکيو پر جديد شاعريءَ کان بہ نہ صرف واقفيت حاصل ڪيائين پر انهن صنفن تي بہ خوب لکيائين. هتي هن جي شاعراڻين صنفن گيت ۽ وائيءَ تي بہ گرفت مضبوط ٿي وئي. ان حد تائين جو محترم تاج جويو جڏهن ايم اي سنڌيءَ جي لاءِ گيت تي مقالو تي لکيو يعني مونو گراف پئي لکيو تہ هن مير محمد کي نوجوان ٿهيءَ جو گيت جو شاعر ڪري لکيو. جڏهن تہ انهن ڏينهن ۾ گيت جا سٺا ليکڪ شيخ اياز بردو سنڌي ۽ نياز همايوني تہ هئا پر نوجوانن ۾ ان صنف طرف تمام گهٽ شاعرن جو توجهہ ويو هو. هتي مير محمد جن جديد صنفن تي لکڻ شروع ڪيو. انهن ۾ غزل ڪانسواءِ نظم، آزاد نظم، هائيڪا، ترائيل، چئوسٽا، پنج ڪڙا پڻ لکيا. هتي ئي سندس شاعريءَ جو پهريون ڪتاب فيض پيرزادو جي سهيڙڻ ۽ روشني پبليڪيشن، ڪنڊيار پاران سنڌي ساهت سال جي موقعي تي ڇاپي پڌرو ڪيو ويو.

مجموعو "مکڙيون ماڪ ڦڙا" جي سري هيٺ ۽ انور پيرزادي جي مهاڳ سان ڇپجي پڌرو ٿيو. اهو سن 1981ع هو. ڪتاب جو سرِ ورق، سنڌيءَ جي مشهور مصور فتاح جي مصرويءَ سان ڇپجي پڌرو ٿيو. کيس ان ڪتاب شهرت ڏياري ۽ ان ڪتاب تي کيس سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن پاران سال جو بهترين شعري ڪتاب ليکيو ويو ۽ کيس گولڊ ميڊل عطا ڪيو ويو. ساڳئي ڪتاب تہ کيس اول سنڌالاجيءَ بهترين شاعراڻو ڪتاب تي پهريون انعام ڏنو هوس. هن ڪتاب ۾ مير محمد جن صنفن تي لکيو ۽ هن ئي ڪتاب جون اهي صنفون زينتون بڻيون اهي آهن، نظم، غزل، گيت، وائي، چتارو،ٽيڙو ۽ دوها. هن ڪتاب مان سندس ڪجهہ چونڊ صنف جو ساءُ وٺي ڏسو. ❁

هن ڪتاب جي ڇپجڻ کان پوءِ بہ مير محمد شاعريءَ جي زمين جي آبياري ڪندو رهيو ۽ 18 سال لڳاتار سنڌي ٻوليءَ ۾ ادبي توازن جي اڻاٽ جي ور چڙهندو ۽ پنهنجي ئي هلڪي يعني سڪرنڊ ۽ ان جي اوس پاس جي شاعرن، اديبن، سياسي ۽ سماجي ڪارڪنن لاءِ اتساهہ بڻيو رهيو. نيٺ سندس شاعراڻيءَ خوبيءَ ،هڪ نوجوان سڪندر ملاح کي اتساهيو ۽ هن پنهنجي پبليڪيشن مارئي اڪيڊمي، سڪرنڊ ۽ ڪراچيءَ

پاران 207 صفحن تي ٻڌل شاعراڻو ڳٽڪو "ليار نيڻن ۾ ڦنا" 1999ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو جنهن جو مهاڳ سنڌي ٻولي ۽ خاص ڪري شاهہ لطيف جي شاعراڻين خوبين تي ڀرپور لکندڙ ۽ وقت جي بهترين شاعرن مان هڪڙي محترم تنوير عباسيءَ جي مهاڳ سان پڙهندڙ کي مليو. تنوير عباسي مير محمد جي گيت واري صنف لاءِ هيئن لکي ٿو "بردي سنڌيءَ کان پوءِ هن ئي شاعر (مير محمد) گيت جي صنف سان لنءُ لا تي، موسيقيت ۽ نغمگي سنڌس نالي اسلوب جي سڃاڻپ آهي، اها نغمگي ۽ موسيقيت جيڪا گيت جي صنف جي اهم خاصيت آهي سا مير محمد جي شاعريءَ جي سمورين صنفن تي ڇانيل آهي. ايئن بہ ناهي تہ مير محمد صرف گيت جي صنف ۾ ئي پاڻ موڪيو آهي پر هن وٽ تہ صنفن جي ڪوٽ ئي ڪانهي، ها جيتوڻيڪ تنوير عباسي چواڻي تہ، "هو بنيادي طور تي ٻهراڙيءَ جو شاعر آهي، جتي زندگي نج ۽ غير متڪلف آهي، ان ڪري سنڌس عڪس بہ نج ۽ غير متڪلف آهن". تنهن هوندي بہ سنڌس مطالعي ڪيس نہ صرف سنڌي صنفن تي پر سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻاهرين ٻولين مان وارد ٿيل صنفن تي پڻ پنهنجي ٿهيءَ ۽ دؤر جي شاعرن کان گوءِ کڻي ويو ٿو لڳي. هن ڪتاب ۾ اها ڳالهہ ضرور جهلڪي ٿي. پر هن کان پهرين ڪتاب ۾ بہ انهن نووارد صنفن تي سنڌس گرفت مضبوط کان مضبوط ڀاسندي. هن ڪتاب ۾ جن صنفن جو مجموعو آهي انهن ۾ دوها، بيت، گيت، وايون، غزل،نظم، رينگا، ترائيل، آزاد نظم ۽ ڇتارا آهن.

سڪرنڊ ۾ رهندي مير محمد تاج جويو ۽ عبدالحڪيم ارشد وارن جي صحبت ماڻڻ سان گڏ سائين جي ايم سيد طرف بہ مائل ٿي ويو ۽ هن سان ميل ملاقاتون وڌنديون رهيس. جيئن تہ سائين سيد پڻ نہ صرف سياسي ماڻهو يا سياسي ڏاهو هو پر ان سان گڏ مطالعي جو مل ۽ ادب سرجيندڙ سياستدان هو. سنڌس لائبريري تہ مشهور آهي. سيد سان ميل جول نہ صرف مير محمد کي شعوري سگهہ ملي پر سنڌس مطالعي ۽ مشاهدي مان بہ ڪافي لاڀ حاصل ٿيس، جنهن جون جهلڪون مير محمد جي شاعري توڙي نثراڻين لکڻين ۾ بہ جهلڪي پونديون هيون.

هاڻ تہ هو پنهنجي سرڪاري نوڪريءَ جي ذميوارين کان واندو بہ ٿي چڪو آهي ۽ ظاهر آهي تہ سنڌس سڪرنڊ ۾ دوستاڻو هلڪو بہ وڏيو آهي ۽ سنڌس آخري ڪتاب 1999ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو تہ ان ڪانپوءِ هيل

تائين 12 ورهين جو عصو گذريو آهي تہ ان عرصي دوران پڻ هن شاعريءَ ۾ ڪيئي عڪس ۽ ڪيئي خيال رچيا هوندا، اهي پڻ هاڻي ڪتابي صورت ۾ اچڻ گهربا هئا پر افسوس آهي جو 21 صديءَ ۾ بہ سنڌي پبلشر يا ڪتاب ڇاپيندڙ اڳتي نہ اچي سگهيا آهن، تنهن ڪري اسان جي دؤر ۾ لکيل ڪيترو ئي ادب منظر عام تي اچي نہ ٿو سگهي ۽ پڙهندڙن کان اوجهل ٿو رهي. مير محمد نثري صنفن تي پڻ لکيو آهي، سندس هن ڪتاب ۾ آيل صنفن جي ڪجهہ جهلڪ ڏيکارڻ ضروري ٿو سمجهان.

---

## نظم

تنهنجي اکڙين ــ آکيري ۾
پنهنجون گهايل گهڙيون،
ايئن پسان ٿو.
چنڊ جي سيني تي جيئن سائين!
سهڻا سهڻا سانورڙا،
تلڪ لڳن ٿا.
تنهنجي نيڻن ۾ آ جيڪو
گهنگهور گهٽا جيئن گهرو گهرو
تنهن ۾ سائين!
منهنجا پياسا پياسا سپنا،
ڪنوڻين وانگر چمڪن ٿا.
گهايل گهڙيون سندر سپنا،

نيٽن ڇپر ڇانئن هينان،
ٽڙقي ٽڙقي،
لڙڪن جون ڪيئي لارون ٿاهي،
ٿمي پون ٿا.
تنهنجي ڳل تان ليڪو ٿاهي،
ڪاڏيءَ تي هو موتي بڻجي،
مون کي ڪائي ياد ڏيارن.
آءُ انهن کي ڪوڙي ڪوڙي ڳيت ٻڌائي،
پيڻ تي چاهيو.
پي نه سگهيس،
چلڪي پيا.
مرڪ کي موڙيو مروڙيو
ٿڪ ٿانئن ۾ وجهو
مهڪندڙ منهن تي پلي دانگي مليو
هر ٻهڪ کي پاڻ سان چيريو ڪپيو ڏاڍو ڏنگيو
پل ته ڪوئي تنگ تي روئي ڏئي،
پوءِ به تنهنجو وس پڇي،
لڙڪ پيي ان ڪان ڪسي،
پل انهن کي باهه ڏي.
پر ياد رک!
جر انهيءَ ئي باهه جي ٿيندي جيي،
تون ته سڙندين پر سنڌءِ سڙندا ته ايندڙ نسل پيي!

# غزل

اسان پرهہ تان پاند لاٿو پرين،
اسان رات جو راز ڇاتو پرين.

توهان پيار مان چا انهيءَ ڏي ڏٺو
لڳي چنڊ تو منڌ ماتو پرين.

جهلئي کين جهلجي پلئي کين پلجي،
نٽر نينهن جو آه ناتو پرين.

نہ ڪا اک ئي ڦڙڪي نہ هڏڪي تئي،
وساري ڇڏيو آهہ چا تو پرين.

هنيلو هنيو هوڏ تي آ چڙهيو
بنهہ کين سرچي سوا تو پرين.

اُجايل اُجايل سڪايل هي مَنُ،
ٿيو آهہ تو لاءِ آتو پرين.

جلي رات ساري سهارن سوا،
اسان پرهہ کي آهہ پاتو پرين.

سنڌءِ ساز آواز لئہ منتظر
اُهو گيت تو ڇو نہ ڳاتو پرين؟

وري منڌ تي مينهن موتي پيا،
اچڻ ۾ ڪئي دير آ تو پرين.

ڏکيو ڏيل سارو ڏهيون تي ويو
وڇوڙو وڏيو ڇو پلا تو پرين.

## غزل

پيارا پيارا پل آپل،
مون وٽ آيا راڳ رُئل.

گيت گلن جاپوئي هار،
تن-تنبور جي تند چڙيل.

گهُورِ نہ ايڏو گهايل ڏي،
چوڏهينءَ جا او چنڊ ڪڙيل.

نيڻ نماڻا نينهن وندا،
جڻ ڪي موتئي گل ٽڙيل.

دلڙي ڪامي ڪنوڻ جيان،
بوند وسي ٿي باک مهل.

منهنجو دوهو پاسن ٿا،
ڪلندي تنهنجا چپ ڪليل.

مڪڙيون ڪولي گل ڪندي،
هير ٿڏي ۾ باک -پنل.

ڪيئي جڻ تہ ڪتاب ڪليل،
ابهم ابهم ٻار ستل.

## گيت

سيئي گونڌر گس،
منهنجا ڏيندئي ڏس.
منهنجي من جي تئونس هوا ۾، ڪڪريون بڻجي ايندئي،
ڦڙ ڦڙ ڦيريون پائي، ياد اسان جي ڏيندئي،
وڏ ـ ڦڙي سان وس،
منهنجا ڏيندئي ڏس.
پرهه ڦٽڻ سان پکي اسان جا حال ونڊيندئي ڳائي،
اُڀ اسان جا نياپا ڏيندئي، لاک جي لالي لائي،
ماڪ ڦڙن جا هس،
منهنجا ڏيندئي ڏس.
ڪنهنجي من جي ڦٽن سندا، جي اُڏڙيل ٽاڪا ڏسندين،
ڪنهنجي دل جا، جلندي جلندي وڄ ـ وراڪا ڏسندين،
چڪي مرجي چس،
منهنجا ڏيندئي ڏس.
وياڪل من جي ويٺا ڪڏهين، راڳ وهاڳ وڃائي،
ڪائي ڪونج ولر کان وڇڙي، ڪڏهن ڪٿي ڪُلائي،
اهڙي لنوـ لهس،
منهنجا ڏيندئي ڏس.
پيٽ بکئي سان، پيسن خاطر، نار ڏسين ڪانچندي،
ڪُرا سانڍي خوب ٽپا ڏئي، پيار جي عيوض پچندي
نچڻيءَ جي نس نس،
منهنجا ڏيندئي ڏس

# وائي

دودي جو تو سودو ڪيڙو نيرا تنهنجا پيرا

موت تہ ڪوئي مهڻو ناهي.

ٻمن جي ٻوڇاڙ منجهان، ڇپي ڇوي تي ڪير.

موت تہ ڪوئي مهڻو ناهي.

مري وڃڻ ڪان اڳ ۾ تنهنجي، ڇانوَ ۾ ميڙيان ٻير.

موت تہ ڪوئي مهڻو ناهي.

سهڻي سير ۾ مرندي سوچيو ڪٻا نہ پويان پير.

موت تہ ڪوئي مهڻو ناهي.

تنهنجي هڪڙي موت مٿان، تي ويرين جا ڍير.

موت تہ ڪوئي مهڻو ناهي.

پاڻ سجائي ويا هُون سرتا، ڪهڙا پنهنجا ڪهڙا ڏير.

موت تہ ڪوئي مهڻو ناهي.

سِر ۾ سُوري ازلئون ناتو سُڃا نہ آهن سير.

موت تہ ڪوئي مهڻو ناهي.

سچ جون شاخون ٻڻجي ڦهليا، ڇُرن جا سَٿ ڇير.

موت تہ ڪوئي مهڻو ناهي.

# چتارا

چنڊ-ڪلا جيئن چنگ وڄايو نڪتن ناچ ڪيا،
منڊ بسنتيءَ جون مڌ پياليون، آءُ تہ گڏجي پيئون پِيا،
آءُ تہ گڏجي پيئون پِيا، جو منڊ بہ نہ پنتي ورندي،
هيڪل پنهنجي ڪيسيتائين، آخر پيارا سرندي،
منهنجي من ڪنول مٿان تون، ماڪ ڦڙو ٿي، آءُ يلا،
پاڻ کي گڏجي پيئندو ڏسندي، جهومي چنڊ-ڪلا.

*****

تنبوري جي تان تُنتي جڻ، سُڏڪو گهتجي ويو
سُور انهيءَ ڪان ساز سندو، هو اندر لُڇيو ڦٿڪيو،
اندر لُڇيو ڦٿڪيو جو ان ۾ راڳيءَ لاتو روڳ،
تلنگ لڳائي تئونس چڏي، ۽ جيءُ جلائي جوڳ،
ڪنهن کي ڪهڙي ڪل، تہ ڇا تي سڙيو ڪاميو ڪُوري!
ڪيڏا سُور سنا پئي سڙندي، منهنجي من-تنبُوري!

# تيڙو

پوپون پهر منهن تي ماٽ،
ننڊ ۾ شايد هلي وئي آ،
وٺي پرينءَ جي واٽ.

ڪاريون راتيون پُور پون ٿا،
راتيون رُلندڙ چريا آهن،
ماڻهو سيئي چون ٿا.

اُپ ۾ مڏ جا مٽ ڏرا،
چنڊ نشي ۾ تيڙ ٿو ڪائي،
تارا پيالن جا ٽڪرا.

اهڙو کهڙو کهڙو نانءُ،
ڪاتب لکيو ڪاڳر تي،
هڪو ٻڪو ٿيو هانءُ.

چانڊوڪيءَ پٺي مڏ اوتي،
پرهه ڦٽيءَ سان ويڙهي ويئي،
ڪيئن رات پُسايل پوتي.

## دوها

پنهنجون دانهون پاڻ گهٽيم ،پر پوءِ به اچي پڙلاءُ،
اسان تو لئه آتا آهيون، آءُ ته وريو او سرتا واءُ!

اور ڪا ويٺا چورڪٽي آ ساهن جي سنگيت،
منهن اونداهي ميت ، اسان جي پڙهه رڦتي پيت.

آءُ تلي تڪور اسان وٽ، ڏاڍي آهي اُسَاٽ،
تنهنجي آڏر ڏيئو ٻاري، ڳولي ڪائي وَاٽ.

چنڊ نشي ۾ تيز تو ڪائي ، روئي هاري ماڪ،
تنهنجي ڪوني خالي ڇو آ، ڪاڏي ويا سپ پياڪ.

منهنجي موت پڇاڻا منڙا، مينهن ڪري جي وسَ،
سارا پونا پسجانءِ ساتي، گهمجانءِ سارا گس .

چوڏهينءَ جي تي چانڊوڪي، چمندس تنهنجو مُک،
پنهنجا ڳوڙها ماڪ وهائي، ڌوريندس ايئين ڏُک.

# انور پيرزادو

انور پيرزادي جو اصل نالو محمد پريل ولد شفيع محمد پڻ ڳوٺ حاجي لعل بخش نئين ٻلهڙيجيءَ ۾ 25 جنوري 1945تي جنم ورتو. پاڻ پرائمري تعليم پنهنجي ئي ڳوٺ مان حاصل ڪري مئٽرڪ جو امتحان گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڏوڪريءَ مان پاس ڪري واندو ٿيو ته ڪيس گهر جي ڪفالت ڪرڻ واسطي ماستري يعني پرائمري ماستري وٺي ڏني وئي. چاڪاڻ جو انور جو والد شفيع محمد عرف مُلان جمن ڳوٺ جي مسجد جو پيش امام هو انور جا ڪانئس ٿي وڏا ڀائر جن مان هڪڙو فقير يار محمد بنا ڪنهن روزگار جي گهر ۾ واندو مڙس ٿيو ويٺو هو ٻيو ڀاءُ امام بخش اول بيروزگار ۽ پوءِ ننڍڙو دڪانڙو هلائڻ لڳو هو ۽ سندس ٽيون ڀاءُ محمد حسن وٽرنري اسسٽنٽ جي ننڍڙي نوڪري به ڇڏي لاهور ڪنگ ايڊورڊ وٽرنري ڪاليج ۾ بي ايس سي وٽرنري ۾ پڙهڻ لاءِ داخل ٿي چڪو هو.

پرائمري ماستريءَ دوران اول انٽر آرٽس پرائيويٽ نموني ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي اي پڻ ٻهرين ڪلاس ۾ پاس ڪئي. انور ماستريءَ دوران پرائمري ٽيچرس ٽريننگ پڻ لاڙڪاڻي مان پاس ڪئي هئي. جيئن ته انور جو والد ڳوٺ جي مسجد جو پيش امام هوندو هو پر ان جو والد به ڳوٺ جي مسجد جو پيش امام هوندو هو. تنهن ڪري ڳوٺ ۾ ملن جو خاندان ڪري سڏبو هو ۽ انور پڻ انهن ڏينهن ۾ مذهبي ڪردار وارو نوجوان هو. روزي نماز جو پابند هوندو هو. ان حلاتئين جو جڏهن وڏو ڀاءُ فقير يار محمد سخي شاهه جمال يعني پيرزادان جي خاندان جو وڏو جي درگاهه تي مجاور ٿيو ڇي ان جي خدمت ڪرڻ لڳو هو ۽ ڳوٺ کان درياهه ٻيڙيءَ رستي ٿيپي سچل سرمست يا ٽاٽيءَ جي ميلي تي ڳوٺ جي ٻين فقيرن سان گڏجي ويندو هو ته هڪ ڀيري انور به ٻيڙيءَ رستي پتڻ ٿيي، روزي سان وڃي سچل سرمست جي ميلي تي درازا سهڙيو هو پاڻ ٻڌائيندو هو ته ڪوڙ ساترو پنڌ ڪري وڃي سچل سرمست جي درگاهه تي روزو کوليو هئائين.

انور جڏهن بي اي پاس ڪئي ۽ سندس ٻهريون ڪلاس آيو هو ته ڪيس خانگي طور تي ايم اي انگريزيءَ ۾ ڪرڻ جو شوق جاڳيو ۽ هو پرائمري ماستريءَ کي الوداع چئي، ڪراچي هليو آيو چاڪاڻ ته سندس

ٽيون ڀاءُ محمد حسن، لاهور مان وٽرنري پاس ڪري ۽ ڪراچي ۾ سرڪاري وٽرنري اسپتال ۾ نوڪري ڇڏي هاڻ پنهنجي خانگي جانورن جي اسپتال هلائڻ لڳو هو ۽ خالد بن وليد روڊ تي هڪڙو گهر مسواڙ تي وٺي رهڻ لڳو هو.

انور ڪراچي اچي ان وٽ رهيو ۽ خانگي طور ايم اي انگريزي جي تياري به ڪرڻ لڳو ۽ نيٺ لڳاتار ڏينهن رات پڙهڻ، برٽش ڪائونسل جي لائبريري ۾ منجهند لاءِ ماني ساڻ کڻي وڃي شام بلڪ لائبريري بند ٿيڻ تائين اتي ويهي پڙهندو هو. انور پاڻ چوندو هو ته انگريزي شاعري مونکي مخدوم خالد حسين پڙهائي ۽ سمجهائي، تڏهن وڃي انور سيڪنڊ ڪلاس ۾ انگريزي ادب ۾ ايم اي پاس ڪئي.

هاڻ سندس نوڪريءَ جو مسئلو پيش آيو اسان جي خاندان ۾ ڳوٺ مان ڪو به اهڙو ماڻهو نه هو ۽ نه آهي جيڪو سڌو سنئون سرڪارنامدار جي ڪنهن اداري يا کاتي جو ڪرتا ڌرتا هجي، نه ئي اسان غريب الحال ڳوٺاڻن جو ڪو سياسي ماڻهو پاڪستان يا سنڌ، بلڪ ضلعي سطح تي به ناهي انڪري جيڪي به پيرزادا اڄڪلهه شهري آبادي ۾ آيا ۽ برسر روزگار به آهن انهن ۾ اڪثريت بنا ڪنهن سفارش ۽ پرجهلائيءَ جي موجود آهن. انهن ڏينهن ۾ سائين غلام مصطفيٰ شاهه سنڌ يونيورسٽي جو وائيس چانسلر هوندو هو. اهو گهر ۾ يورپين ماڻهن جيان ڪتا به رکندڙ هو. تنهن ڪري ڊاڪٽر محمد حسن وٽ ڪتا علاج خاطر کڻي ايندو هو. ان جو فائدو وٺي ڪيس ڊاڪٽر محمد حسن، انور کي نوڪري ڏيڻ لاءِ چيو پر جيئن ته انور جي سموري تعليم ميٽرڪ کانپوءِ خانگي طور ڪيل هئي تنهن ڪري يونيورسٽيءَ جي قانون مطابق انور کي نوڪري ڏيڻ ۾ دشواري پيش آيس.

نيٺ ڊاڪٽر اي ايم شيخ، اڳوڻو اولهه پاڪستان جي زراعت کاتي جو ڊائريڪٽر ۽ سنڌ ايگريڪلچر ڪاليج جو پهريون پرنسپال جي ان چوڻ سان ته: "شاهه صاحب انور کي نوڪري ڏي يا تنهنجي منهنجي دوستي ختم." سائين غلام مصطفيٰ شاهه جيئن ته سندس بيحد عزت ڪندڙ ۽ وقت بوقت مشورا ڪندڙ ۽ وٺندڙ هو تنهن مجبور ٿي انور کي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچراري ڏني. اهو زمانو 1969ع جو هو انور سنڌ يونيورسٽي ۾ ليڪچرار مقرر ضرور ٿي ويو ته شاهه صاحب جي خلاف ۽

انور جي بہ خلاف هڪڙي لابي تي پئي هئي، چاڪاڻ جو سائين غلام مصطفيٰ شاهہ يونيورسٽي جي قانونن جي لتاڙ ڪندي هڪ خانگي پڙهيل ۽ سيڪنڊ ڪلاس جي اميدوار کي انگريزي جي شعبي ۾ ليڪچراري ڏني هئي. بهرحال ان دوران انور چڱو پاڻ موڪيو ۽ پنهنجي صلاحيتن کي استعمال ڪرڻ جي اها بهترين جڳهہ مليس، پر سندس قسمت ۾ اڃا ڪجهہ پيو بہ لکيل هو جيڪو في الحال تہ نظرنہ تي آيو ۽ اهو هو پاڪستان ايئر فورس ۾ انور کي انٽرويو ڏيڻ جي آڇ.

هو بيروزگاريءَ دوران ڪراچيءَ ۾ پاءُ وٺ رهندو هو تہ اتي ايئرفورس ۾ پائلٽ آفيسر جي لاءِ هن انٽرويو ڏنو هو ۽ هاڻ ان جي آخري چونڊ ٿيڻي هئي. جڏهن اها ڳالهہ سائين غلام مصطفيٰ شاهہ سان ڪيائين تہ هن کيس ٺپ جواب ڏنو ۽ چيائينس تہ "نہ بابا، تون هتي هج، تنهنجي اسان کي ضرورت آهي، مان توکي پي ايڇ ڊي جي لاءِ انگلينڊ موڪليندس، تون پاڪستان ايئر فورس ۾ رهي نہ سگهندين." ان جو سبب انور جي يونيورسٽي ۾ رهندي خيالن جو لاڙوهاڻ مذهب کان ٽڙي سئو سيڪڙو سوشلزم ۽ پوءِ ڪميونزم ڏانهن ٿيڻ لڳو هو. اها پروڙ شاهہ صاحب کي بہ پئجي وئي هئي ۽ هن مردم شناس شخص ڄاڻي ورتو هو تہ هي ماڻهو پنجابي ملٽري وارن جي چٽي مطابق هلي ۽ رهي نہ سگهندو ۽ خواهہ مخواهہ برباد ٿي ويندو پر انور جو موقف اهو هو تہ "جيئن تہ پاڪستان جي فورسز ۾ سنڌي ماڻهو نہ آهن، نہ وڃن ٿا، نہ ئي وري وڃڻ ڪانپوءِ کين برداشت ڪيو ٿو وڃي، ان ڪري مون کي هڪ چانس مليو آهي تہ اهو حاصل ڪجي ۽ لاڀ پرائجي".

وري بہ ان ئي ڊاڪٽر اي ايم شيخ کان مدد ورتي وئي ۽ شاهہ صاحب انور کي بي دلياڻيءَ مان اجازت ڏني ۽ انور وڃي پشاور جي لوئر ٽوپا پاڪستان ايئرفورس جي ٽريننگ ڪاليج پيڙو ٿيو. هتي سڀ ئي جنرلن جا پٽ ۽ پنجاب ۽ ڪي بنگال ۽ ڪي پٺاڻن جي نسلن جا شاگرد هئا ۽ انهن ۾ فقط بہ سنڌي، جن مان بہ هڪڙو شهزادو شيخ تہ ٽريننگ جون سختيون نہ سهي نيٺ ڀڄي ويو پر انور نہ صرف ٽريننگ پوري ڪئي پر ان ٽريننگ ۾ سيڪنڊ پوزيشن حاصل ڪيائين.

چوندا آهن تہ بندي جي من ۾ هڪڙي ۽ خدا جي دفتر ۾ ٻي. بندي جي چڱائي ڇا ۾ آهي اها پروڙ کيس ناهي. انور جي ٽريننگ دوران اولهہ

پاڪستان سرڪار اوير پاڪستان تي حملو ڪري ڏنو جيئن ته ٽيڪ ان دوران ملڪ ۾ پهرين ڀيرو عام چونڊون ٿيون ۽ چونڊن جي نتيجي ۾ اوير پاڪستان مان عوامي ليگ، مجيب الرحمان اڪثريت سان ڪٽي آيو ۽ اولهه پاڪستان جي ٻن صوبن سنڌ ۽ پنجاب مان پ پ پ، سرحد ۽ بلوچستان مان نيشنل عوامي پارٽي چونڊون ڪٽي آيون پر ڪن حرفتين جي حرفتن ڪان ۽ اولهه پاڪستان جي لت اوير پاڪستان مٿان رکڻ خاطر اقتدار مجيب الرحمان جي حوالي نه ڪيو ويو پر اوير پاڪستان تي حملو ڪري ڏنو ويو. ان حملي دوران جيڪي وارداتون انور اتي لوئر ٽوپا ۾ ڏٺيون، اهي هو ذهني سجاڳ ۽ حساس طبيعت هئڻ ڪري برداشت ڪري نه سگهيو ۽ هن ڪان روئداد لاءِ هڪڙو خط انگريزيءَ ۾ پنهنجي هڪ ليڪچرار دوست ڏانهن لکجي ويو جيڪو انهن ڏينهن ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي انگريزي شعبي ۾ پڙهائيندو هو. پر افسوس اهو دوست ان ڏينهن موڪل تي هئڻ ڪري سندس خط شعبي جي سربراهه قاضي عبدالجليل کولي چڏيو ۽ ايئر فورس لوئر ٽوپا کي موڪلي ڇڏيو پوءِ ته ڳالهه ابتڙ ٿي وئي ۽ نيٺ انور کي ڪيس هلائي غدار قرار ڏئي ساڍا ست سال سزا ٻڌائي، ڪراچي جيل روانو ڪيو ويو.

انهن ڏينهن ۾ ڪراچي جيل بنگالي آفيسرن سان ڀريل هو هڪ ڏينهن هڪ بنگالي سي ايس پي آفيسر جي والده ساڻس جيل تي ملڻ آئي، انور کيس پنهنجي لخت جگر آڏو ڏڪرون ڪري پار ڪيندي ڏٺو ۽ هن جي ذهن ۾ چپ هٽي ويٺل شاعر جهنجهوڙجي ڪر موڙي اٿيو ۽ قلم ۽ پنو کڻي لکڻ لڳو "ڪالهه بنگالڻ تي پار ڪيا". ايئن انور شاعريءَ طرف حادثاتي طور رشي والميڪ جيان لڙي شاعر بڻجي ويو.

هو جيل مان ته ڪوئي ڇهن مهينن کن ۾ سندس والده ۽ سندس گهرواريءَ پاران رحم جي اپيل ڪرڻ تي سزا معاف ٿيڻ ڪانپوءِ ٻاهر نڪري آيو هتي هڪڙي ڳالهه جو اعتراف ڪندو هلجي ته عام چونڊون ٿيڻ ڪانپوءِ اولهه پاڪستان ۾ سنڌ ۽ پنجاب جناب ذوالفقار علي ڀٽو ڪٽي آيو هو پيو ته تنهن وقت جي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جنرل يحيٰ ۽ ڪجهه ٻين جنرلن سان چڱي عليڪ سليڪ هئس، هو پاڻ به جنرل ايوب جي حڪومت ۾ هڪ ڊگهو عرصو وزير خارجه رهيو ڇڪو هو تنهن ڪري ڊاڪٽر محمد حسن کي ڪنهن دوست چيو ته مان ٽوڪي ڀٽي صاحب سان

ملايان ٿو. تون هن کي روئداد ٻڌاءِ، ضرور اوهان جي مدد ڪندو پر ذوالفقار پٽي چواڻي تہ "هن غداريءَ جو ڪم ڪيو آهي، مان هجان ها تہ ڪيس گولي هڻايان ها، شڪر ڪريو جو هنن صرف سزا ڏني اٿس."

بهرحال پوءِ انور تي سرڪاري نوڪريءَ جا دروازا هميشہ لاءِ بند ٿي ويا. هڪ ڀيري انور ٻڌايو هو تہ مان ڪوئي انٽرويو ڏيڻ ويو هوس، اتي ٽي چار عملدار موجود هئا، پر ٻن تہ سوال پڇي ڪيا پر ٽيون فقط ٻڌي رهيو هو. انٽرويو پورو ٿيڻ کانپوءِ ويندي مهل مون چيلهہ تي ٻئي هٿ رکي ڪانفدس پڇيو تہ اوهان مون کي نوڪري ڏيو ٿا يا نہ؟ انهن ٻن ڄڻن تہ اهو چيو تہ اسان اڃا انٽرويوز ڪري رهيا آهيون، پوءِ اوهان کي ٻڌايو ويندو. جڏهن مان وڃڻ وارو ٿيس تہ اهو ٽيون شخص جيڪو صرف ٻڌي رهيو هو تنهن مون کي سڌي چيو: "نوجوان تون زندگي ڀر نوڪري ڪري نہ سگهندين"، شايد هن سندس چهري کي پڙهي ورتو هو.

پوءِ نيٺ انور اول گلستان شاهہ عبداللطيف هاءِ اسڪول ڪراچيءَ ۾ ماستر ٿيو ۽ پوءِ روزانہ هلال پاڪستان ۾ سب ايڊيٽر ۽ ترجمہ نگار بڻيو. ايئن سندس زندگي پاسو ورايو ۽ هو صحافت سان لاڳاپجي ويو ۽ ان سان گڏوگڏ هن شاعري بہ ڪئي، مضمون بہ لکيا. انور جي ادب ۾ پير پائڻ کان پوءِ هڪ ڀيري ماهوار سهڻي پاران سندس شاعري ڇپي جنهن تي امداد حسيني، "هي بوڙيندا ۽ چنگ تہ ٻڌ ني" جي عنوان سان هڪ تعارفي مضمون لکي کيس متعارف ڪرايو. ٻيو تاج بلوچ کيس نثر جي زمين لاءِ هفتيوار برسات ۾ "وڏيري جي اوطاق مان" ڪالم لکرائي متعارف ڪرايو.

مان هنن پاڻ کان وڏي ٿيءَ وارن جي لکت جي تڪ تور ڄاڻي بجهي نٿو ڪري گهران، مان تہ حقيقت ۾ اهو ڪجهہ پڙهندڙن تي ٿو ڇڏيان ۽ ڪين سندن لکڻين کي پڙهائڻ ٿو گهران ۽ اهو ٻڌائڻ ٿو گهران تہ هن ڪهڙا ۽ ڪيترا ڪتاب لکيا آهن ۽ انهن جا موضوع ڇا ڇا آهن ۽ مواد ڪهڙو آهي.

انور انهن ڏينهن ۾ سنڌي ادبي سنگت ڪراچي شاخ جو سيڪريٽري بڻيو. سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ ۾ هفتيوار گڏجاڻيون ٿيڻ لڳيون، جنهن ۾ ان وقت جي سينيئر ترين اديبن بہ سنگت جي گڏجاڻين ۾ اچڻ شروع ڪيو. حقيقت ۾ انور انهن ڏينهن ۾ ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان سان پنهنجي ترقي پسند سوچ جي سهاري لاڳاپجي چڪو هو ۽

ـذي ادبي سنگت ڪراچيءَ کي سئو سيڪڙو جمهوري اصولن مطابق ملايو پئي ويو. هر ڪارڪن کي پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ جي پوري پوري آزادي هوندي هئي، جيتوڻيڪ س ا س جي گڏجاڻين ۾ سوشلسٽ سوچ حاوي هوندي هئي. هنن گڏجاڻين ۾ دوستن جي گڏجڻ جو تعداد پنجاهه تائين به وڃي پهتو. جتي وڏا وڏا سياسي وڏيڪ ۽ ادبي گهٽ بحث ٿيڻ لڳا ۽ انهن جون ڪارروايون روزانو هلال پاڪستان ۾ ڇپجڻ لڳيون، جنهن کان اتساهه وٺندي سڄي سنڌ ۾ س ا س جون شاخون سرگرم ٿي ويون ۽ ڪيترين ئي نيون شاخون کليون ۽ نيٺ س ا س سنڌ جون چونڊون ٿيون جنهن ۾ پڻ انور سيڪريٽري جنرل جي عهدي تي ويٺو هو ۽ ٻن ڇئن ووٽن تان هارايائين ۽ محترم تاج جويو س ا س سنڌ جو سيڪريٽري جنرل چونڊجي آيو. انهيءَ عرصي دوران انور کي هڪڙو ڪتاب انگريزيءَ مان سنڌي ۾ ترجمو ڪرڻ خاطر مليو اهو ڪتاب حقيقت ۾ ڪيوبا جي صدر فيڊل ڪاسترو جي خلاف غداري جو ڪيس سنتياگو ۾ 16 آڪٽوبر 1953ع تي هلايو ويو هو ان ۾ فيڊل ڪاسترو هڪڙو بيان ڏنو هو جيڪو مشهور ٿيو ۽ ان ڪورٽ سڳوريءَ فيڊل ڪاسترو کي بي ڏوهي قرار ڏئي آزاد ڪري ڇڏيو. ان ڪتاب جو عنوان هو "تاريخ مون کي بي ڏوهي قرار ڏيندي" هي ڪتاب جون 1978ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب لاءِ انور لکي ٿو: "هي تقرير هر اهڙي اسرندڙ معاشري جي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ سرمائيدار، جاگيردار، سول ۽ فوجي ڪامورا پنهنجي پرمار، ڦورو ۽ استحصالي، اقتصادي، سياسي، سماجي ۽ ثقافتي مفادن کي جهرندو مرندو ۽ شڪست کائيندو ڏسي، پنهنجي آخري هٿيار فوجي آمريت کي استعمال ڪندا آهن." بهرحال انور جي اها محنت، هن جي لکڻ واري حس کي جڻ سراڻ تان لاٿو ۽ سندس انٽ کلي پئي. هن تقرير جي پڙهڻ ۽ ترجمو ڪرڻ سان انور جي ذهن جي پڻ سياسي تربيت ٿي ۽ ان جو اثر انور جي ذهني واڌ ويجهه تي جيئن جو تيئن ٿيو.

ان ڪتاب جي ڇپجي پڌرو ٿيڻ کان جلد ئي پوءِ اهو ڪتاب ترقي پسند سياسي ڪارڪنن ۾ بيحد مقبوليت ماڻي ويو ۽ پوءِ انور اول شاعري ڏانهن لاڙو رکيو انهن ڏينهن ۾ اڪثر سنڌي رسالن ۾ انور جي شاعري ڇپجڻ لڳي ۽ ڪيترائي سڃاڻ اديب نِجين ڪچهرين ۾ انور کان سندس شعر ٻڌڻ جي فرمائش ڪرڻ لڳا. انهن ڏينهن ۾ هن جا به نظم "اي

چنڊ ڀتائي کي چٽجان" ۽ ٻيو "اي بادلو اي بادلو ڇو ٿا رلو مون سان هلو"، بيحد مقبول ٿيا. پر اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇاپي ادارن جي کوٽ سبب انور جو ڪو به ڪتاب ڇپجي نه سگهيو ۽ نه هو پاڻ ٿي مالي طور اينترو بيٺل شخص هو جو ڪو ڪتاب پاڻ ڇپرائي سگهي ها. انور حقيقت ۾ پنهنجو شعري ڳٽڪو ڇپرائڻ جي خيال ۾ ٿي نه هو ۽ هر ڀيري اهو چئي ٽاري ڇڏيندو هو ته انهن ۾ ڪوڙ ساتريون ڪچايون آهن جن کي سنوارڻ جو نه مون وٽ وقت آهي نه ٿي وري شوق.

ان ڪانپوءِ انور صحافت کي پنهنجو مستقل پيشو ۽ روزگار جو ذريعو بڻايو. هن روزاني هلال پاڪستان کان صحافت شروع ڪئي، جا روزاني ڊان ۽ ايوان دوستي کان ٿيندي، روزاني سن انگريزي، روزاني سنڌ سجاڳ، روزاني عوامي آواز روزاني سنڌ ترائيبيون انگريزي ۽ روزاني برسات جي ايڊيٽر تائين اچي دنگ ڪيو. ان عرصي دوران روزانو سياسي ۽ سماجي ادبي ۽ ثقافتي موضوعن تي ايڊيٽوريل لکڻ ۽ ڪڏهن ڪڏهن مضمون لکڻ شروع ڪيا، جيڪي پڻ پڙهيا ويندا هئا.

سندس شاعريءَ جو پهريون مجموعو "اي چنڊ ڀتائيءَ کي چٽجان" عشق جي نالي ٿيل هي حاصلات 2005ع ۾ سندس حياتيءَ ۾ باک ٽرسٽ، ٻلهڙيجيءَ پاران ڇپجي پڌرو ڪيو ويو ان وقت انور پاڻ قيدِ حيات ۾ هو ليکڪ لاءِ ڪتاب جو ڇپجي اچڻ ڄڻ ته پٽ ڄائي اولاد جي پيدا ٿيڻ جيتري خوشي بخش ثابت ٿيندو آهي. هن ڪتاب ۾ انور جي مڙئي شاعراڻي پونجي ڪٺي ڪئي وئي. سندس هن پهرين ۽ آخري شاعراڻي صنفن واري ڪتاب ۾ جيڪي صنفون ڪتب آندل آهن، انهن ۾ ڪجهه غزل، وايون، ڪي گيت ۽ گهڻو تڻو آزاد نظم ۽ نثراڻو نظم شامل آهي، سندس هن ڪتاب ۾ ڪي ترائيل، چوسٽا، ٽورا ڪي هائيڪا پڻ موجود آهن.

حقيقت جي ڳالهه اها آهي ته اسان سڀ پيرزادا يا سڀ هڪ خاندان جا ليکڪ، شاعر ۽ صاحبِ ڪتاب اصل ۾ ته ڳوٺ حاجي لعل بخش شيخ جا آهيون، هونئن ٻلهڙيجي اول ٽن ننڍين ننڍين ڳوٺن جو مجموعو هو ۽ پوءِ اسان جو ڳوٺ 1936ع ۾ اڏيو ويو هو. ڇاڪاڻ جو اڳ اسان جا وڏا درياهه جي هُن پر، يعني جنهن کي اسين هاڻ ڪچو ٿا چئون، اتي اسان جو ڳوٺڙو هو فيدر جي نالي سان، اسان جون زمينون به اوڏانهن

آهن ۽ اهو علائقو هاڻ خيرپور ميرس سان وچي مليو آهي. تڏهن اهو علائقو بہ چانڊڪي پرڳڻي ۾ شامل هوندو هو اصل ۾ ٻلهڙيجيءَ ۾ ايترا پڙهيل انسان نہ آهن ۽ وري جيڪي ٿورا ٽڪا آهن بہ اهي نہ صرف اديب شاعر تہ ناهن پر انهن ۾ ادب دوست ڪردار بہ ناهن. اڄ تائي اهي چاڻ جي لحاظ کان ٻڏ سڏ ۽ اخبار ني وي واري چاڻ تائين محدود آهن.

انور جو هي جهان ڇڏڻ کان اڳ هن سنڌو درياهہ جي شروعات کان وٺي سنڌو درياهہ جي ڇوڙ تائين بدر ابڙي، ڪليم لاشاري ۽ محمد علي قادريءَ سان گڏ سنڌو درياهہ جي اهڃا کوج ڪئي تہ ان جي ٻنهي ڪپن تي ڪهڙيون قومون آباد آهن ۽ انهن جي رهڻي ڪهڻي، رسم رواج، اٺ ويهہ ويس وڳا، ٻولي ۽ ثقافت ڪيئن آهي، انهن جو سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ثقافت سان ڪيترو ڳانڍاپو آهي.

ان ڪانسواءِ انور پنهنجي حيثيت مطابق سنڌ جا چارئي، پنج ئي پاڳا گهمي ڏٺا ۽ سنڌ،ن ذهن ۾ اها ڳالهہ هئي تہ هو انهن جاين ۽ ٽاڪن کي وچي اکئين ڏسي ۽ انهن متعلق ڪا راءِ قائم ڪري سگهي تہ پڻائي گهوٽ پنهنجي شاعريءَ ۾ لاڙ سرو ڪاڇو ۽ ٿر جي ٻوليءَ جا لهجا ڪيئن استعمال ڪيا آهن. ان حد تائين تہ هو ڪُتي جي قبر ۽ هنگلاج بہ ويو ۽ ساڌن ۽ جوڳين سان نہ سهي، پيرين پنڌ نہ سهي پر وقت جي سهوليتن پٽاندر ياترائون ڪري موٽي آيو تہ هن سنڌ جي اڄپي لاءِ جا راءِ اها قائم ڪئي هئي سا هيئن هئي تہ سنڌ جي نجات فقط صوفي ازم ۾ آهي. يا دنيا ۾ امن امان جي صورتحال کي نظر ۾ رکندي راءِ ڏني تہ منهنجو وس پڄي تہ مان ساري دنيا کي سنڌ ٻڻائي ڇڏيان. انور جو جنم 25 جنوري 1945ع تي ٿيو ۽ سندس مرتيو 7 جنوري 2007ع تي رت جي سرطان سبب ٿيو. تنهن کانپوءِ سندس اولاد وٺ سٺ ڪري انور اڪيڊميءَ نالي هڪڙو ادارو جوڙي ورتو جنهن پاران انور جي لکڻين کي مختلف موضوعن جي حوالي سان ڇاپي پڌرائي ڪئي. هن اداري جيڪي انور جا نثري ڪتاب ڇپرائي، سندس لکڻين کي هڪ ڪتابي صورت ڏئي، سنڌي ماڻهن تائين پهچايو اهي ڪتاب هي آهن:

1. **متان وساريو:** سال 2007 جي فيبروري مهيني ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب ۾ سندس صحافتي دور ۾ خاص ڪري روزاني عوامي آزاد

۾ روزاني برسات ڪراچيءَ ۾ ساڳئي سري هيٺ هرروز جيڪي ٽڪرا متان وساريو جي عنوان سان ڇپيا هئا، انهن کي سهيڙي ڇاپي پڌرو ڪيو ويو.

2. پٽائي : سال 2007 ڊسمبر ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ انور پاران شاهه لطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ تي يا سندس شاعريءَ جي ڪردارن يا ڪڏهن شاهه لطيف ۽ سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ثقافت تي مختلف وقتن تي لکيل مضمون، مقالا ۽ سلسليوار ڪالم تقريرون ڪٺي ڪري ڇاپيا ويا.جن ۾ سندس مشهوريءَ جو سبب بڻيل ڪالم "ور ورائيءَ جو جي لهين" ۽ "آنڌائون عميق مان" پڻ آيل آهن پر نه ڄاڻ ڇو يا ڪين اهي ڪالم ملي نه سگهيا آهن. جيڪي هفتيوار برسات ڪراچيءَ ۾ تاج بلوچ جي ادارت ۾ ڇپيل "وڏيري جي اوطاق مان" ڪالم لکندو هو ۽ ڇپبا هئا. اهي ئي برسات وارا ڪالم انور پيرزادي کي نثر جي دنيا ۾ گهلي آيا ۽ اهي ئي ڪالم انور کي صحافت ۾ پڻ اچڻ جو سبب بڻيا.

3. ممبئي ياترا: هي ڪتاب مئي 2008ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي، جيئن ڪتاب جي عنوان مان ئي ظاهر آهي ته هي ممبئي ياترا يا سير سفر يا سفرنامو آهي. انور سائوٿ ايشيا فري ميڊيا ايسوسيئيشن (سيفما) جي سڏ تي هند جي ممبئي شهر ڏسڻ ۽ اتي کي ڪانفرنسون ڏسڻ ۽ ٻڌڻ ويو. جنهن جو مقصد ڪراچي_ممبئي جي وچ ۾ عوامي رابطا پيدا ڪرڻ هو. اهو سفرنامو روزاني عوامي آواز ۾ قسط وار ڇپيو هو ۽ هن انهن قسطن کي مختلف موضوع ڏئي ڇپرايو هو. هن ڪتاب ۾ ممبئيءَ جون ڪجهه تصويرون پڻ ڏنل آهن.

4. مهين جو دڙو: هي ڪتاب سال 2009ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب ۾ مهين جو دڙو بابت انور جا لکيل مضمون ڇپيل آهن. حقيقت ۾ هن ڪتاب جا ٻه ڀاڱا آهن، جن ۾ هڪڙي ۾ مهين جو دڙو بابت 5 مضمون ۽ 2 ڪالم ڇپيل آهن ۽ ٻئي حصي ۾ تاريخي ماڳ مڪان ۽ ڪردارن تي لکيو ويو آهي، اهي ٻه ڪل ڇهه مضمون آهن. حقيقت ۾ 65_1964ع ۾ جڏهن آمريڪن ڪمپنيءَ کي مهين جو دڙو جي کوٽائيءَ جو ٺيڪو مليو هو ته انهن کي هتان جي رهاڪو مزدورن سا رابطي خاطر ڪي اهڙا ماڻهو درڪار هئا جيڪي مزدورن ۽ ڏارين جي وچ ۾ ٻوليءَ جو فرق مٽائي سگهن ۽ ڪين هڪ ٻئي جا احڪام يا مزدورن جي مسئلن جي ڄاڻ ڏئي سگهن.

انهن جوانن جي درڪار جو پرائو بہ مهين جو دڙو جي اوس پاس ڳوٺن مان فقط اسان جو ڳوٺ ئي هو جيڪو ڪين ماٺهو ڏئي پئي سگهيو. تڏهن مسٽر لعل بخش پيرزادو ترجمان ۽ انور آرٽسٽ طور هنن وٽ ملازمت ڪرڻ لڳا هئا. پر هن ڪتاب ۾ ان دور ۽ ان ڪوتائي بابت انور جو ڪو بہ مضمون ناهي.

5. **جديد سنڌي ادب :** هي ڪتاب جنوري 2010ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هن ڪتاب ۾ انور جا ڪجهہ لکيل مضمون ۽ ڪي ٻيون تحريرون ڇپيل آهن. هن ڪتاب ۾ ٽي ڀاڱا آهن. پهرين ڀاڱي ۾ مختلف موضوعن تي مضمون خاص ڪري ادبي مضمون آهن. ٻئي ڀاڱي ۾ مهاڳ لکيل آهي، جيڪي انور ٻين دوستن جي ڪتابن تي لکيا آهن. اهي 12 آهن. ٽئين ڀاڱي ۾ ادبي شخصيتن تي خاڪا لکيل آهن. جيڪي وقت بوقت مختلف رسالن يا روزاني اخبارن جي زينت بڻبا رهيا آهن.

6. **انٽرويو ۽ تقريرون :** انور جو هي ڇهون ڪتاب جنوري 2011ع يعني سندس هي جهان ڇڏڻ واري ڏڻ تي ڇپجي پڌرو ٿيو هن ڪتاب جو مهاڳ دوست حسن مجتبيٰ لکيو آهي. هن ڪتاب جي سري مان ئي ڄاڻ ملي ٿي تہ هي ڪتاب سندس مختلف ماڻهن کي ڏنل انٽرويوز (ذاتي راءِ) ۽ ڪجهہ تقريرن تي ٻڌل آهي. هن ۾ ڪانئس ورتل مختلف وقتن ۽ موضوعن تي 13 انٽرويوز آيل آهن. جيڪي پڻ اڳ ۾ مختلف رسالن ۽ روزاني اخبارن ۾ ڇپبا رهيا آهن. ٻئي حصي ۾ خاص موقعن ۽ موضوعن تي تقريرون گڏ ڪيل آهن. جيڪي تعداد ۾ 8 آهن. هن ڪتاب ۾ رنگ طور "در حضور پٽ ڌڻي" پڻ حصي طور آيل آهي.جيڪي ڪجهہ صفحا آهن. جنهن ۾ انور جا ڪي تاثرات ڀٽائيءَ جي درگاهہ تي ويندي ۽ اتي راتيون رهندي لکيا ويا آهن.

پنهنجي ان زندگيءَ جي آخري ڪجهہ ورهين ڪان انور جيڏانهن بہ ويندوهو تہ ڀٽائيءَ جو ديدار ڪندو هو ۽ راڳ ٻڌي، ڪي رمزون پروڙڻ جي ڪوشش ڪندو هو. پر اتي هو ڪڏهن بہ اهڙي نڪاٽي تي نہ رهيو جيڪي اسان جا وچولي طبقي يا مٿانهين طبقي جا اديب رهڻ پسند ڪندا آهن، پر هو هميشہ مور فقير جي اوتاري تي راتيون گذاريندو هو. ان جا ڪهڙا بہ سبب ٿي سگهن ٿا. هي تہ ٿيو انور جو ڪجهہ تعارف ۽ سندس

ڇپيل ڪتابن جي جاچ، هاڻ سنڌس شاعريءَ جو نمونو پڙهندڙن لاءِ پيش ڪجي ٿو. هاڻ شاعريءَ جي چونڊ ڏسو.

7. **پڙ۔ جهڻ** : انور جو هي ڪتاب بہ ”انور پيرزادو اڪيڊمي“ڪراچي،سنڌس پنجين موت۔ڏڻ (ورسي) تي ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. جنهن ۾ سنڌس اهي ڪالم آهن جيڪي هن 1989 ۾ روزانہ هلال پاڪستان،ڪراچيءَ ۾ ڇپيا هئا. ان سان گڏوگڏ ان ۾ سنڌس پاران ۽ لکيل اهي ايڊيٽوريلس آهن جيڪي هن مختلف اخبارن ۾ ايڊيٽر جون ذميواريون سنڀاليندي لکيا هئا.انهن ۾ان دورجي سياسي حالتن تي سنڌس خيالن جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

# انور پيرزادو اڪيڊمي، ڪراچي

پاران انور پيرزادو جا ڇپايل ڪتاب

| | |
|---|---|
| 1.**متان وساريو** | 2007 |
| 2. **پٽائي** | 2007 |
| 3. **ممبئي ياترا** | 2008 |
| 4.**مهين جو دڙو** | 2009 |
| 5.**جديد سنڌي ادب** | 2010 |
| 6. **انٽرويو ۽ تقريرون** | 2011 |
| 7.**پڙ۔ جهڻ** | 2012 |


گهرائڻ لاءِ

**زرار پيرزادو**

03343007566

## تعذير

هــڪ پٿــر پيــو بــہ هٿــو ڪــو يــارو
روح ڪـــي رهنـــد اچـــي رت وهـــي،

ســـچ سنگســـار ٿئـــي پلـــي ســـتجي،
تــؤنس تعــذير جــي نــہ تــي گهتجــي،

ويـــر پنهنجـــو وتـــو وتـــو يـــارو.
هــڪ پٿــر پيــو بــہ هٿــو ڪــو يــارو.

آدميـــت جـــي اصـــول تـــي اج پـــي،
ازل ڪـــان ايـــئن ڪـــرڻ وارؤ

مـــاٺهپي ڪـــي چريـــو چـــوڻ وارؤ
مُشـــڪي چـــا تـــا ڏســـو ڏســـڻ وارؤ.

هــڪ پٿــر پيــو بــہ هٿــو ڪــو يــارو!
ســـچ ۾ ســـاهہ اچـــان ســـڏڪي تـــو

ان ڪـــي چچريـــو چٿيـــو چيپيـــا تيو
نيـــنهن ننگـــو ٿئـــي نهـــائين چـــڏي،

جِنـــب اچلايـــو چنـــگ هـــارايو.
هــڪ پٿــر پيــو بــہ هٿــو ڪــو يــارو!

# شادي

هي راهون اهي ٿي تہ آهن،
هي چارا چريا تہ ڪونہ ٿيا اهن،
هي ڏگ پيچرا، گس گهٽيون،
هنڌ پيٽيون ڏين شاهديون ٿيون،
تہ تون ۽ مان هتي،
ڪنهن اَچاڻي، ڏکي جُوءِ ڳولهڻ لئہ نڪتا هئاسون.
هي راهون اهي ٿي تہ آهن،
جتي تو چيو هو تہ چاهت جي چارن تان،
ڪنڊن ڪي ميڙي،
رتوچاڻ پيرن ڪي آڌت ڏيڻ لئہ
ڏکي جُوءِ، سولي ڪرڻ لاءِ لوچيون،
انهيءَ راهہ تي اڄ،
زنجيرون وڇايون پيون هن،
۽ سُرنگهون هن پوريل،
۽ تون ٿي چوين،
اڄ تہ شادي ڪري،
ٻار پيدا ڪرين !!

## سنڌو

اُڇايل لڳين ٿي،
اي سنڌو ندي!
هلي آءُ،
توکي ڏيان مان جسم جو
نپوڙي سپُوڙي
سمورو ٿي رت ست.
نہ ڏاپي سگهين جي،
تہ گُرڙي ڪري چڏ.
ڏکن ڏوجهرن جي،
ڏٺي ڳيت لاهي ڦٽو ڪر نڙيءَ پر،
تون اڄڪر آن سِنڌُو،
تون مستيءَ ۾ ايندينءَ،
تہ موٽائي مون کي ڏجان،
سمورو ٿي رت ست،
مان تنهجي ڪنڌيءَ تي،
منهين جي دڙي جيان هان وينو
پلي جان اڃي مون کي برباد ڪر،
پلي جان اڃي مون کي برباد ڪر.

# آزادي

منهنجي هٿ ۾ پڳل قلم
منهنجا گيت هئين خالي!
سج لٿي کو وقت ٿي ويو آ!
منهنجا ساٿي سڀ سمهي پيا،
مون کي ننڊ اچي تہ سمهان،
ڌرتيءَ ڪمڙا ويڙ سهان،
جاڳان تو پيو ۾ تارن جي،
ڏنڏلي ڏنڏلي پاڇن ۾،
ڪنهنجا پيرا ڪين ڏسان ٿو.
لاٿ اُجهاڻي واٿ آ اوندھ
هيٺ مٿي اوساٽ ڏسان ٿو .
ٿي وئي آس نراس سپن جي،
آزاديءَ جي ديوي اج،
قاتل آ ست ڪوٽن ۾،
منهنجي هٿ ۾ پڳل قلم
منهنجا گيت هئين خالي،
دل ٿي چئي اج،
اوچي ڪوٽ جي ديوارن سان،
سر ٽڪرايان،
مٿو ڦاڙيان.
من ڪو پٽ جو چٽر لهي،
۽ آئيندي جو ڪوئي ماڻهو
هيٺن چوي،
اوچي ڪوٽ جي ديوارن جو چٽر لڪل آهي،
پنهنجو ماضي،
پوتر آهي، روشن آهي..

# غزل

آ ذات رُني کي ڏينهن ٿيا،
اڄ منهنجا گيت اُڏامي ويا.

ٿيو ماٺو پاڻي سنڌوءَ جو
ڪا وٺونتي ڪانهي ناهہ نيا.

ڪنهن سٽ ڏني ءِ تار ڇني،
سو ساز ڀڳو جنهن گيت ڇيا.

اڄ جيون ۾ ڪا جهانءِ نہ آ،
تون ڇپ ڇو آهين؟ ڳاءِ هَيا.

ڪا ميچ ملي ڪو پيار ملي،
ڪا هير گهلي تون آءُ پيا.

ڪا چٽنگ ڏکي ڪا باهہ لڳي،
آ ينيٺ ٻاريون سيءَ پيا.

جانيءَ ريءَ هت جڳ ۾ انور،
جي بہ جيا سي جاڙ جيا.

## نيڙو

ڪلڪ گهڙي وٽ،
هاريل رت سُڪي ويندو
ڪجھ تہ لکي وٺ.

پُور تا پوَني،
در تو ڪڙڪي،
ڪن تا لنوَني.

ڪونجون پنهنجا ولر سهيڙن،
جهُونجهڪڙي جو جنڊ جي جهانءِ،
گلڙا ماڪ ڦڙا تا ميڙن.

حيف هجئي انسان،
عاشق مارين ٿو
وحشي جيوت جا نشان.

## چوڻ سُٽا

لُڪ لڳندي ٻهلنگ ٿري ويا هن،
پيار جو ڪو پاڇولو پيو آهي.
ڏُڪ پيئندي ٻہ نشو ناهي ٿيو
ڪنهن کي ڏسندي نشا چڙهي ويا هن.

****

پڪ آهي تہ ڏينهن ٿيندو پر،
هينئن اوندهہ ڪانہ ڪا ويندي.
تون جي اوندهہ ڪان ٻہ اکيون بند ڪندين
باک ڦٽندي ٻہ جي هلي ويندي،

****

سياڻي تائين ٻچياسين تہ شعر لکنداسين،
اڄوڪي رات تہ گولين جو گهاءُ ٿي وئي آ.
وجود منجي وچي برقرار رهي نہ رهي،
خبر پوي تہ پوءِ ڪو ٿاهُ ٿاهي وڃنداسين.

# ترائيل

سُرخي لڳل چپن جا ٽاڪا ٽوڙي موڙي ڳاءِ،
سانجهه به سُرخي لائي، ڪنهنجو راڳ آلاپي ويئي،
رات ٽيڻ ڪان اڳ ۾ پنهنجي مونجهه مروڙي ڳاءِ،
سُرخي لڳل چپن جا ٽاڪا ٽوڙي موڙي ڳاءِ.

جنمن جون چٽرون ۾ ٽوڪون روح تان روڙي ڳاءِ،
هُو ڏس وينا انڌياري ۾ آڳ آلاپي ويئي،
سُرخي لڳل چپن جا ٽاڪا ٽوڙي موڙي ڳاءِ،
سانجهه به سُرخي لائي، ڪنهنجو راڳ آلاپي ويئي،

*****

ڏيئي جي وٽ ڦڙڪو ڏيئي، چاڻ وسامي ويئي،
اوندهه ٽيندي ڏسي نه سگهندين لڪي نه سگهندين،
سج لٿي ڪان سڏڪي سڏڪي، رات آ روئي پيئي،
ڏيئي جي وٽ ڦڙڪو ڏيئي، چاڻ وسامي ويئي،

ڏيئو رت سان ٻار سگهو ڪر، دل ڪي جهيرون ڏيئي،
جواني وينديءِ رت نه هُونديءِ، ڪڏي نه سگهندين.
ڏيئي جي وٽ ڦڙڪو ڏيئي، چاڻ وسامي ويئي،
اوندهه ٽيندي ڏسي نه سگهندين لڪي نه سگهندين.

# دوھا

دل تي لت ڏئي ٿو ھڪڙو ھلڪو ٺمڪ ڏيان،
دنيا سان منھن ڏيڻو آھي،ڪھڙي آڻ مڃان.

سانجھي سھڙي چمڙا اُڏريا، اولھہ ڳاڙھي لاک،
ڄاڻ اچين تي ڄاڻ اچين تي،ڦٽي وئي آ باک.

ڪُڪڙن پوپان دس ھنيا ھن، موَن کي پُورَ پون،
تنھنجي پايل چرکي چوري، منھنجا ڪن لنون.

رات سمھي پئي پاسا ڪوڙي، مون کي ننڊ نہ آئي،
سُندر سُپنن، ڪوڙين سُرڪين ، منھنجي جاڳ جلائي.

ماٺ مري وئي ساز سڙي ويا، ڪونھي ڪو پڙلاءُ،
گونگا ٻوڙا پاڇا ڪنھنجا ، پتڪن ڪنھنجي لاءِ.

سار جڏھن پيي آئي تنھنجي، سارنگ بڄي آئي،
منھنجي من کي ٻارن وانگي ، رئاري کلائي رھائي.

# وائي

منڊ وري آ،هير گهلي ٿي،اچڻو آن تون آءُ پيارا.

جهومن ڪونگو تارا.

گوئنچ نمن ۾ ڏيلها ڪرڙن،پيرپون ٽنڊريون،ويا سيارا،آءُ پيارا.

جهومن ڪونگو تارا.

سرنهن سنڌو ڦولار ڏسي ٿيا، مست هي ڏاگها سارا،آءُ پيارا.

جهومن ڪونگو تارا.

هي بوڙيندا ۾ چنگ ته ٻڌ ني! سڏني تو ڪي ساوا تارا،آءُ پيارا.

جهومن ڪونگو تارا.

اگڙ ٻهاريم سهرا ڳاتم،ڪڻن نه نياپو ڪنياتا ڪارا،آءُ پيارا.

جهومن ڪونگو تارا.

ميندءَ رتڙا هٿ اچا ٿيا،ڦارون پائي وجهايان ڀارا،آءُ پيارا.

جهومن ڪونگو تارا.

آءُ پيارا آءُ پيارا، اچڻو آن تون آءُ پيارا.

جهومن ڪونگو تارا .

## گيت

من مندر ۾ تو بن سهڻا،

ڏوپ نه ڪوئي واسُ! —الا ووا

ڏُوپ نہ ڪوئي واس!

تون ۽ مان ٻيو ناهيون جاني،

آهيون ڪوسو ماسُ !الا ووا

ڏُوپ نہ ڪوئي واس!

پُورنماسي رات پري آ،

انڌيارو سڀ آس ! الا ووا

ڏُوپ نہ ڪوئي واس!

ٿڌڙي ٿڌڙي رات اُٿاري،

جسم سندو احساس !الاووا

ڏُوپ نہ ڪوئي واس!

چنڊ چڪور تہ پنهنجي ۾ هن،

من ڇو آهہ اداس !الاووا

ڏُوپ نہ ڪوئي واس!

منهنجي منزل ڏرتيءَ تائين،

ڳوليان ڇو آڪاش!الا ووا

ڏُوپ نہ ڪوئي واس!

# ستار پيرزادو

عبدالستار پيرزادو ستار جي نالي لکڻ شروع ڪيو سندس تعلق به ان ٽي خاندان سان آهي، جيڪو ڳوٺ جو سڀ کان وڏيڪ ۽ ڪهنه مشق شاعر طور مشهور ٿيو يعني رحمت الله پيرزادو. هو سندس سڳو چاچو ۽ مير محمد پيرزادو سڳو سئوٽ، اچا به وڏيڪ ويجهائپ اها جو جڏهن ستار 29 جنوري 1950ع ۾ ته سياري جي علي الفجر پيدا ٿيو ته کيس سندس چاچي رحمت الله جي گهرواري کڻي پنهنجو ڪيو. سبب هي هو جو دوست علي نوڪريءَ سانگي ڳوٺ کان گهڻو پري يعني سڪرنڊ ۾ ڊائريڪٽر ايگريڪلچر ريسرچ فارم وٽ ملازمت ڪندو هو. سندس والده جيڪا حاجي لعل بخش شيخ جي وڏي پٽ غلام حسين جي ڌيءَ هئي. اها انتهائي ننڍي عمر جي هئي، ستار جي پالنا سندس چاچي ۽ چاچيءَ پنهنجي ذمي ڪري چڏي جيئن ته دوست علي اهو شخص هو جنهن ڳوٺ جي رسم کان بغاوت ڪري، والده جا ڪجهه پئسا کڻي، درياهه ٽپي وڃي سڪرنڊ نڪتو ۽ اتي ڊاڪٽر عبدالباقي سليمان شيخ وٽ گهرو ملازم بڻيو. ڳوٺ جي خانداني رسم مطابق اڪثر جو گذر سفر ڪچي جي زمينن تي هو. جيڪي سنڌو درياهه جي رحم ڪرم جون منتظر هونديون هيون، پوڙ ڪري لٽ وجهي وڃي ته فصل ٿئي ۽ جي واري وجهي وڃي ته ٿيو مڙئي خير. تنهن ڪري سيني جو گذر سفر مريدن خادمن تي هوندو هو ۽ اها ڳالهه دوست عليءَ کي اصل نه ٿي وڻي.

ستار سندس پهريئي پٽ هو جيتوڻيڪ دوست علي پنهنجي والد جو ۽ اٺن ياٽرن کان پوءِ ناٺون ۽ سيني کان ننڍو ياءُ هو سندس والد اصل مستانو هو ۽ حاجي لعل بخش شيخ جو سئوٽ هو ۽ پيٽيو پڻ.

ستار ننڍي هوندي ڏاڍي لاڏ ڪوڏ سان پليو کيس خاندان جو هر فرد بيحد پيار ڪندو هو. ستار کي هڪ طرف چاچيءَ بئي طرف وڏي ماسي، جيڪا ڪنهن سبب ڪري شادي ڪرڻ کان رهجي وئي هئي. ان جي پالنا هيٺ اچي ويو. ان حد تائين جو هو چاچيءَ کي امان، چاچي رحمت الله کي بابا سمجهندو هو ۽ پنهنجي والد ۽ والده کي پنهنجي سئوٽن جيان چاچو ۽ چاچي سمجهندو هو.

خدا جي ڪرڻي جو ستار اڃا ننڍو ئي هو تہ دوست عليءَ جي ٽي ڀائر يعني امام بخش، ولي داد ۽ رحمت الله هي جهان ڇڏي ننڍي ڀاءُ دوست عليءَ کي اڪيلو ڇڏي وڃي جنت ۾ جاءِ گير ٿيا. تنهن ڪري دوست عليءَ جي ٻلي سنڌس انهن ٽن ڀائرن جو اولاد پڻ ٿي ويو. جن ۾ امام بخش جو اولاد هڪ نياڻي ۽ هڪ پٽ، رحمت الله جو اولاد چار نياڻيون ۽ هڪ پٽ، ولي داد جو اولاد ٽي نياڻيون سنڌس پالنا هيٺ اچي ويون تنهن کان سوا پنهنجو اولاد چار ٻار. ٽي پُٽ هڪ نياڻي.

پر قضا چئجي يا ڪي حد تائين وڏيڪ اعتماد چئجي جو دوست عليءَ جي پيڻ ٻڻايل انور جي والده يا ملان شفيع محمد جي گهرواريءَ جي تعاون ، امام بخش جي اولاد کي سندن والده حوالي ڪري ڇڏيو. حقيقت ۾ دوست عليءَ جو پنهنجي ان ڀائٽي يعني عبدالرحيم تي ڏاڍو ڏيان هو جو هو جتي بہ ملازمت ۾ هوندو هو تہ عبدالرحيم کي پاڻ سان گڏ رکندو هو. پنهنجو يا سنڌس ٻيو ڀائٽيو مير محمد جيئن تہ اڃا ٻاراڻي وهيءَ ۾ هئا تنهن ڪري هو عبدالرحيم کي بي حد ڀائيندو هو. پر پوءِ هو ان وات ڇيل پيڻ سان ڪاوڙجي ويهي رهيو. اصل ڳالهائڻ ٻولهائڻ ئي ڇڏي ڏنائين.

ستار پرائمري تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ يعني حاجي لعل بخش شيخ پرائمري اسڪول مان حاصل ڪئي. ڇهين ۽ ستين جماعت نصير آباد، اٺين جماعت منياڻي ۽ نائين ۽ ڏهينءَ جي تعليم گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڏوڪريءَ مان ورتي. 1968ع ۾ سائنس ٿرڊ ڪلاس ۾ پاس ڪئي.

ستار جي ميٽرڪ پاس ڪرڻ کان اڳ ئي دوست علي پنهنجي ملازمت فيلڊ اسسٽنٽ تان رٽائر ٿي ڊاڪٽر اي ايم شيخ جي سفارش تي ٻہ سال واڌارو ملازمت جو موقعو ملڻ ڪري روزگار لاءِ جاکوڙيندو رهيو. هوڏانهن هن ستار کي ڊاڪٽر اي ايم شخ ڏانهن خط لکي تنبدي چام نوڪريءَ خاطر موڪليو جتي مير محمد 1967ع ۾ اڳ ئي ريسرچ اسسٽنٽ طور انسٽيٽيوٽ آف ايگريڪلچر ۾ ملازمت ۾ هو.

ستار پنهنجي ڳوٺ، گهر، خاندان، جيڏن سرتن گهٽين، گهارن، لوڙهن، چنن، جهلي بند، درياهہ جي ڪپ، بمبر، رانديون رونديون، ڊڪندڙ ڊوڙندڙ الهڙ پٽي کي الوداع چئي، ملازمت جي گهاٽي کي گيڙڻ ۽ روزگار حاصل ڪرڻ لاءِ، ان ساڳئي اداري جي سوائل ڪيمسٽري Soil

Chemistry کاتي ۾ ليب اسسٽنٽ جي نوڪريءَ سان لڳي ويو. هتي ڪو سندن گهر ڪي مائٽ تہ ڪين هئا، تنهن هوندي بہ هو مير محمد ۽ ان جي دوستن سان گڏ اياز ميمڻ جي پوسٽ گريجوئيٽ هاسٽل جي هڪڙي ڪمريءَ ۾، اياز ميمڻ، سائين رکيو ڏيرو ۽ مير محمد سان گڏ رهڻ لڳو. سندس ٽئي روم ميٽس مير محمد جا گهرا دوست هئا، هو بہ ستار ڪي ڀائيندا هئا. هڪ اهڙو بہ وقت اچي ويو جو 1969ع ۾ مير محمد جي بدلي سڪرنڊ، ويٽ ريسرچ انسٽيٽيوٽ ۾ ٿي وئي، وري سائين رکيو ڏيرو ۽ اياز ميمڻ بہ سرڪاري ملازمت ڪري ڪن ٻين شهرن ڏانهن هليا ويا تہ ستار ڏوڪريءَ جي هڪڙي دوست مسٽر پان (نالو وسريل) جيڪو ايگريڪلچر انجنيئرنگ ورڪشاپ ۾ سينئر ڪلارڪ هو ان سان گڏ رهڻ شروع ڪيو.

ستار جڏهن اياز ميمڻ ۽ پوءِ سائين رکئي ڏيري جي بيچلرس هاسٽل تي مير محمد سان رهندو هو تہ اتي هو ۽ مير محمد ادبي ڪتاب ۽ رسالا پڙهڻ لڳا. انهن ٽي ڏينهن ۾ مير محمد جو ڌيان شاعري ڪرڻ ڏانهن ويو ۽ ٻنهي کي ادب پڙهڻ جو شوق جاڳيو جنهن هٽي وڃي هنڌ ڪيو ۽ مير محمد ۽ ستار ٻئي اڄ مستند شاعر ۽ اديب چورائڻ جي قابل ٿيا آهن.

1969ع جي جولاءِ مهيني ۾ ڊاڪٽر اي ايم شيخ ستار کي پنهنجي نظر هيٺ رکڻ ۽ دوست عليءَ جي بهتر ساٽ نباهڻ جي خيال کان ستار کي پنهنجي پٽ ڊاڪٽر فرخ سيار شيخ جي پٿالاجي ليبارٽريءَ ۾ ملازمت لاءِ رکرايو. هاڻ ستار ٽنڊي جام مان ٽپڙ سهيڙي حيدرآباد هليو آيو.

ڪتاب ۽ رسالا پڙهڻ جو شوق تہ اڳي ئي هوس، اهو هتي اڪيلو رهڻ ڪري تهان ئي تکو ٿي ويس، ادبي رسالا ۽ ڪتاب، سنڌي توڙي اردو پنهنجي سمجهہ ۽ سگهہ آهر خريد ڪري پڙهڻ لڳو. انهن ڏينهن ۾ محترم ذوالفقار علي ڀٽو فيلڊ مارشل محمد ايوب خان جي حڪومت کي الوداع چئي ملڪ ۾ هڪ سياسي جماعت پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو بنياد رکيو. 1967ع ۽ 1968ع ۾ ون يونٽ خلاف وري اٿيل تحريڪ هٽي وڃي هنڌ ڪيو ۽ 1969ع ۾ جنرل يحيٰ خان جي مارشل لا هوندي ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان ٿيو. سنڌي عوام خوشيون ملهايون، اديبن ۽ شاعرن ۾ سرهايون آيون ۽ خوب ادب سرجيو ۽ ان ادب جو ستار اکين ڏٺو شاهد هو.

هتي حيدرآباد ۾ نئون وارد نوجوان، 19 ورهيه عمر، نه گهر ڀاتي، نه ڳوٺ واسي، نه يار دوست، نه اوهي نه واهي، ليبارٽريءَ ۾ ڪم ڪندڙ سڀ جا سڀ ڏاري ٻولي ڳالهائيندڙ سيني جا پنهنجا مقصد مهانڊا، سيني ڪي پنهنجا خاندان، سيني ڪي پنهنجا دوست ۽ جيڏا سرتا، ستار سان برميچي ٿي نه اچن. سندس اٻوجهائي مان فائدو وٺڻ لڳا ۽ سندس سادگيءَ تي ٽوڪون ۽ اردو ڳالهائڻ تي ڪلون ڪرڻ لڳا. ڪي ته سائنس وڙهڻ به لڳا، پر هي نيٺ ٻهراڙي جو ٻالو ٻولو ٻار شهر جي چالاڪ ۽ چست ڇوڪرن سان صرف ادب سان ناتي هئڻ ڪري ڳالهائڻ جهڙو هو ٻيو ڪيس پرجهلو ڊاڪٽر اي ايم شيخ جو هو.

1973ع جي آڪٽوبر ۾ سندس شادي پنهنجي چاچي رحمت الله جي ڌيءَ سان ٿي جيڪا ڪانئس صرف ڏهه سال وڏي هئي. شادي ڪري ستار پنهنجي گهرواريءَ کي حيدرآباد وٺي آيو. 1974ع جي 11 سيپٽمبر ۽ رمضان جي آخري جمعي تي ڪيس پهرينءَ ڌيءَ جائي ۽ ٻنهه هڪ سال جي وقفيٰ سان يعني 28 ڊسمبر 1975ع تي ڪيس پٽ پيدا ٿيڻ جي فون آئي. انهن ڏينهن ۾ سندس گهرواري ڳوٺ ۾ هئي. يعني پٽ جي پيدائش به ڳوٺ حاجي لعل بخش شيخ ۾ ٿيس.

حيدرآباد ۾ اڪيلائپ ۽ ويڳاڻپ کي ختم ڪرڻ خاطر هن پنهنجا ڪي دوست جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي پئي ته حُسنِ اتفاق جو هڪ ڏينهن ريشم گهٽيءَ مان ليبارٽري ايندي سندس نظر ماهوار سهڻيءَ جي بورڊ تي پئي ته هي بنا ڪنهن چاڻ سڃاڻ جي اوڏانهن لڙي پيو.

طارق اشرف سيد، ماهوار سهڻيءَ جو ايڊيٽر، سندس آفيس، ڪتاب اوس پاس پکڙيل، آيل خطن جا انبار ٽيبل تي، ڪي پاسي کان رکيل. هڪ نئون نوجوان چهرو هن جي سامهون ويو السلام عليڪم. وعليڪم السلام، هٿ ملائي، نالو دهرائي ويهي رهيو ته هن ويهڻ لاءِ چيس. پوءِ صحيح معنيٰ ۾ تعارف ٿيو. ستار هري پيو ٻئي ويهن ته پنهنجو پنهنجو ڪم ڪن، يعني طارق اشرف ڇپجندڙ ليکن جي پروف ريڊنگ ڪرڻ لاءِ ڪنڌ ان تي جهڪائي ويٺل ۽ ستار ڪوئي رسالو يا ڪوئي ڪتاب پڙهندو رهيو. ايئن دوستي پختي ٿيندي وين ۽ ستارهر روز نه سهي پر وقت ملڻ سان سهڻي آفيس ۾ اچڻ لڳو ۽ نيٺ طارق اشرف سان حجائتو ۽ گهرو ٿيندو ويو. پوءِ هو به طارق اشرف جي پروف ڏسڻ ۾ مدد ڪرڻ لڳو. اتي جن

ٻين اديبن ۽ ادب دوستن سان ملاقات ٿي تن ۾ ولي رام ولڀ، سيد ظفر حسن شاهہ، ارشاد قاضي، فيروز ميمڻ ۽ وقت بوقت ٻاهران ڪهي آيل اديبن ۽ شاعرن سان ميل ملاقاتون ۽ چاڻ سڃاڻ ٿي.

1971ع کان ستار شاعريءَ ۾ پير پاتو اهو بہ عجيب اتفاق هو رات جو 12 وڳي روزانه هلال پاڪستان جي ڪورٽ ويو بلڊنگ ڪراچي جي آفيس، ستار انور سان ملڻ ۽ آچر ملهائڻ لاءِ آيل، هر ڪو خبرون ترجمو ڪرڻ ۽ ڪو مضمون لکڻ ۾ مصروف، هر ڪنهن جا ڪنڌ جهڪيل، هو اڪيلو ماٺ ميٺ، نگاهون تعاقب ۾ ۽ ڪنن ۾ ٽيلي پرنٽر جي ٺڪ ٺڪ، ڪڏهن ڪڏهن ذهنن ۾ هٿوڙن جي ڌڪن جيان محسوس ٿيندڙ. هن ڪيسي مان ٻين ڪڍي، انور کان پنو گهريو ۽ لکيائين صحافين تي هڪڙو آزاد نظم.ڏيکاريائين انور کي ۽ ان ڏسي واهہ واهہ چئي، اسلم آزاد کي پنو ڏيندي چوڻ لڳو يار هي تہ ڏس، اسلم آزاد انهن ڏينهن ۾ روزاني هلال پاڪستان جو نيوز ايڊيٽر ۽ هفتيوار فلم ايڊيشن جو انچارج.نظم ڏسي، هڪ اڌ لفظ جي هيراڦيري ڪري پنهنجي فلم ايڊيشن ۾ ڇاپي ڇڏيو.

نظم ڇپجڻ ۽ اخبار خريد ڪري ڏسڻ کانپوءِ ستار جي دل گدگد ٿي چڻ نچڻ ٽپڻ لڳي. پوءِ تہ اهو سلسلو جاري رهيو. پوءِ مضمون لکڻ جي ڪوشش اهو بہ شيخ اياز جي شاعريءَ تي جيڪو هدايت منگيءَ هلال پاڪستان جي ادبي صفحي ۾ ڇاپيو وري ڪجهہ ڪهاڻيون لکڻ جو تجربو ڪيو ۽ رسول بخش پليجو جي سنڌي ادبي سنگت ۾ خيالن کان متاثر ٿي اردوءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجما ڪرڻ شروع ڪيا، سامورا ماشيل جي هڪڙي عورتن جي آزاديءَ تي تقرير جو ترجمو ڪيائين، امرتا پريتم جا بہ ناولٽ تيرهوان سورج ۽ ايڪ سوال ترجما ڪيائين ۽ وري خليل جبران جو جڳ مشهور ناولٽ پرافٽ Prophet جو بہ ترجمو ڪيو.هيل تائين ستار جا طبعزاد، ترجمعو ڪيل ۽ سهيڙيل ڇپجي پڌرا ٿيل ڪتابن جو تعداد 14 آهي، ايترو تعداد اڻ ڇپيل ڪتابن جو پڻ ڪمپوز ٿيل ڪمپيٽر ۾ محفظ ٿيل اٿس.

1977جي فيبروري مهيني ۾ ستار حيدرآباد کي خيرباد چئي ڪراچيءَ هليو آيو. اتي سڀ کان پهريائين سنڌي ادبي سنگت ڪراچي شاخ سان لاڳاپجي ويو. س ا س سان تہ هو حيدرآباد ۾ به لاڳاپيل ۽

خزانچي طورعهديدار رهيو جڏهن تہ سيڪريٽري امداد حسيني هوندو هو. انهن ڏينهن ۾ س ا س جي گڏجاڻين ۾ حيدرآباد ۾ رهندڙ ڪيترائي سينيئر اديب شامل ٿيندا هئا. ستار انهن جي آڏو پنهنجي شاعري پيش ڪندو هو تيڪا ٽپڻي پڌي ماٺ رهندو هو ايئن اديبن جي اتساهڻ سان ستار اديب، شاعر ۽ مضمون نگار بڻجي ويو سندس ڪتاب هيئن ڇپيا:

1. **پيغامبر:** هي ترجمو جبران خليل جبران جي ناولٽ پرافٽ Prophet جو 1985ع ۾ نيو فيلڊس پبليڪيشن، ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد پاران ڇپيو ويو هن ناولٽ ۾ جبران خليل جبران رسولِ وقت کي ڏيکاريو آهي، جيڪو هڪ شهرکان ٻئي شهر اسهڻ لاءِ تيار ۽ ٻيڙيءَ تي سوار ٿي روانو ٿيڻ وارو آهي تہ ان وقت جي سندس پيروڪارن ڪانئس پنهنجي پنهنجي زندگي يا معاشري بابت سوال پڇيا آهن، جن جا جبران اهڙا جواب ڏنا آهن جيڪي دنيا جي هر خطي سان لاڳاپيل انسانن جي لاءِ اڄ بہ مؤثر آهن. هن ڪتاب جون بہ ٻيون ايڊيشن بہ ڇپجي وڪرو ٿي چڪيون آهن.

2. **مون کي محبت آهي:** هي ڪتاب بہ جبران خليل جبران جي پنجاهہ ڪهاڻين تي ٻڌل آهي. هي ڪتاب بہ نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدآباد پاران 1996ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جبران خليل جبران جون انتهائي مختصر ڪهاڻيون، دانش، ڏاهپ، فلسفي ۽ سوچ تي ٻڌل، پُراثر ننڍڙين ڪهاڻيون آهن جيڪي پڙهندڙن ۾ بيحد مقبول آهن.

3. **تيرهون سچ:** امرتا پريتم اصل ۾ هند جي پنجابي ٻوليءَ جي شاعره، ڪهاڻيڪار ۽ ناولسٽ آهي. سنڌي اديبن ۽ ادب دوستن ۾ بيحد مقبول رهي آهي. سندس هي ناولٽ ترجمو ڪيو ۽ سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچيءَ پاران سيپٽمبر 1999ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو. هن ناول ۾ هڪ اديب، جيڪو ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار آهي ان تي هي ناولٽ ڦري رهيو آهي تہ ڪيئن هو وروزگار خاطر هڪ پريس ۾ پروف ريڊر جو ڪم انتهائي گهٽ اجرت تي ڪرڻ لاءِ مجبور آهي. پر جڏهن ڪيس سندس پڙهندڙ سان ملاقات ٿئي ٿي تہ ڪيس خبر ٿي پوي تہ سندس پڙهندڙ هن جا ڪتاب ڪيئن ڳوٺ جي زميندار کان لڪي ۽ اجتماعي طور پڙهندا ۽ پسند ڪندا آهن تہ ڪيس پنهنجي ڪم جو اجورو ملي ٿو وڃي.

4. **ويا جي هنگلور:** هي ڪتاب شيخ اياز جي شاعري ۽ شخصيت تي لکيل مضمونن کي سهيڙي گڏ ڪري هن ڳتڪي جي صورت ۾ پيش ڪيو ويو جيئن ايندڙ نسل کي شيخ اياز تي کوجنا ڪرڻ خاطر ڪا ته سهولت ميسر ٿئي. هي ڪتاب به سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچيءَ 1999ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. حقيقت ۾ هي ڪتاب سهيڙيندي ستار 50 کن مضمون ماهوار سهڻي جي شيخ اياز نمبر، هفتيوار برسات جي شيخ اياز نمبر، ماهوار سپون ۽ ماهوار ڪونج جي شيخ اياز نمبرن مان شيخ اياز جي زندگيءَ ۾ سهيڙيا ۽ ڪمپوز ڪرايا هئا. پر جيئن ته ان سيني تي خرچ جو ڪاٿو اڪيڊميءَ جي سگهه کان مٿانهون ٿي ويو تنهن ڪري جلد پهريون ۾ 28 مضمون ۽ ڊاڪٽر فهميده حسين جي مهاڳ سان ڇپيو هو.

5. **شاهه لطيف جي شرح :** منهنجو ماسڙ ۽ انور جو سڀ کان وڏو ياءُ فقير يار محمد، شاهه عبداللطيف جي بيتن بابت اسان کي سدائين چيندو رهندو هو ته اوهان شاهه لطيف جي درست شرح نه ٿا ڪريو. آءُ کيس هڪ ڏگهي عرصي کان اهو چوندو پئي آيس ته پلا اوهان ان جي شرح لکو. هو ڪلياڻ آڏواڻيءَ سان ڪنهن حد تائين سهمت هوندو هو. نيٺ منهنجي ڦيڪاري تي ڪڏ پوڻ کان پوءِ پنهنجي زندگيءَ جي آخري سال ۾ هن شاهه لطيف جي شاعريءَ جي شرح لکي ۽ منهنجي خواهش کي عملي جامو پهرايو. سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچيءَ 1999ع ۾ ان سڄي رسالي مان ڪي پنج سُر چونڊي ڇاپي پڌرا ڪيا. هن ڪتاب ۾ پيتائي سائين جا جيڪي سُر آهن اهي آهن، ڪاموڏ، ڪيڏارو، ڪنيات، سريراڳ ۽ سامونڊي.

6. **لاهوتي لڏي ويا:** هي ڪتاب حقيقت ۾ سائين علي احمد بروهيءَ جي لکڻين جو ڳتڪو آهي، جيڪو 2000ع ۾ سنڌ ادبي اڪيڊمي ،ڪراچيءَ ڇاپي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب ۾ علي احمد بروهي صاحب جون ڪجهه مزاحيه ۽ ڪجهه فڪر انگيز يا حيران ڪندڙ 50 لکڻيون آهن. سائين بروهي صاحب جون اهي لکڻيون دوست راز شر جي سهڪار سان اسان کي مليون آهن. جن مان اها چونڊ ڪئي وئي، سندس اڃا به ڪجهه لکڻيون اسان وٽ موجود آهن، پر انهن کي سهيڙڻ جو شل وقت ۽ مهلت ملي.

7. **سرمد شهيد:** هي ڪتاب بہ ستار جو ڪيل ترجمو آهي، هي ڪتاب سرمد نالي ڊاڪٽر جيت سنگهہ سيتل جو اصل ۾ پنجابي گُرمکي لپيءَ ۾ ڇپيل ۽ تحقيق تي ٻڌل آهي. جيڪو دراصل راڌا سوامي ست سنگ بياس، ڀارت مان اردو ٻوليءَ ۾ ڇپجي اسان کي پڙهڻ لاءِ مليو هن ڪتاب ۾ سرمد شهيد جي زندگيءَ بابت اهم معلومات ۽ ڪجهہ سندس شاعري فارسي رباعيات سان گڏ اردوءَ ۾ پڻ ترجمو ٿيل هيون. انهن کي سنڌي پڙهندڙن لاءِ سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچيءَ 2002ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جا بہ ڀاڱا آهن، هڪ ۾ سرمد شهيد بابت ڄاڻ، هن تيٰ الزام ۽ انهن جو جواب، مذهبي تعصب جو ڪليو ثبوت، اقتدار تي قبضو ڄمائڻ خاطر پيءُ ۽ ڀاءُ کي مارائڻ ۽ وري ڀاڻ کي اسلام جو سورهيہ سڏرائڻ کي واٽکو ڪيو ويو آهي ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ سندس شاعريءَ جو نموني سنڌي ترجمي جي صورت ۾ پيش ڪيو ويو آهي.

8. **آڪاٽي** : هي ڪتاب ستار جو سهيڙيل آڪاڻين جو مجموعو آهي، جيڪو جون 2006ع ۾ سائين نور الدين سرڪي ۽ خواجہ سليم نور حسين جي سهڪار سان، سهيڙي پڌرو ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ موجوده دور جي نمائنده ليکڪن سان گڏ اسان کان اڳ واري ٿهيءَ جي آڪاڻين مان چونڊ ۽ ڪجهہ ترجما گڏي ڇاپي پڌرا ڪيا ويا. هن سلسلي ۾ ٻيو ڪتاب سهيڙڻ ۽ ڪمپوز ٿيڻ کان پوءِ ڇپجي منظر عام تي اچي نہ سگهيو ان جو سبب دوستن جي عدم سهڪار جو شڪار ٿي ويو.

9. **آواره** : هي ڪتاب شيخ اياز جي چونڊ ڪهاڻين ۽ ڪجهہ مضمونن جو اردو ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيل آهي، جيڪو پڻ سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچيءَ پاران سال 2006ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ پڻ بہ ڀاڱا آهن، هڪ ڀاڱي ۾ 13 آڪاڻيون ۽ 4 ادبي مضمونن جو ترجمو ٿيل آهي. شيخ اياز جي هي جهان ڇڏڻ کانپوءِ اردو دان طبقي کي سندس شاعري ۽ لکڻين جي پڙهڻ جي ضرورت محسوس ٿي ۽ مختلف رسالن جي ضرورت جي پورائي لاءِ ترجمو ڪيل، سيني ليکن کي هڪ جاءِ ڪري پڙهندڙن لاءِ پيش ڪيو ويو هو.

10. **سيئي جوين ڏينهن** : هي ڪتاب ستار جي پنهنجي مختلف وقتن تي لکيل ۽ رسالن ۾ ڇپيل آڪاڻين جو مجموعو آهي. جيڪو پڻ سنڌ

ادبي اڪيڊمي، ڪراچيءَ پاران اپريل 2008ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب ۾ ڪل 21 آڪاٽيون ۽ هڪ ڊرامي جو هڪ حصو ڇپيل آهي.

11. **آدرشي انسان** : هي ڪتاب ستار جو سهيڙيل سائين نور الدين سرڪيءَ جي لکڻين، انٽرويوز ۽ شخصيت متعلق مختلف ليکڪن جي راين تي ٻڌل ڪتاب آهي. هن ڪتاب جو محرڪ سائين نورالدين سرڪيءَ کان سندس آتم ڪٿا لکرائڻ بدران ٽيپ ڪئي وئي هئي، جيڪي هڪ ڪلاڪ جون ڇهه ڪئسٽس هيون، اهي پني تي لاهي ۽ ڪجهه سندس لکڻيون گڏ ڪري هي ڪتاب سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچي پاران 2009ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ ٽي ڀاڱا آهن، جن ۾ پهريون ڀاڱو مختلف وقتن تي ڪانئس انٽرويوز ورتل ڇپيل آهن، جن جو تعداد پنج آهي. ٻئي ڀاڱي ۾ سندس رچنائون آيل آهن، جيڪي 14 آهن ۽ آخري ٽئين حصي ۾ سرڪي صاحب تي لکيل ڪن اديبن ۽ گهڻ گهرن جا رايا آهن.

12. **قصائد پاڪ**: خالص قصيدي جو ڪتاب، ليکڪ رحمت الله پيرزادو هي ڪتاب پنهنجي مرشد جي شان ۾ چيل قصيدن تي ٻڌل آهي. جنهن ۾ رحمت الله ولد عبدالعظيم پيرزادو ۽ والد مير محمد پيرزادو ۽ ڏاڏو نوجوان رحمت الله پيرزادو هي شخص ڳوٺ فيدر ۾ ڄائو هو ۽ ڳوٺ حاجي لعل بخش شيخ ۾ 1951ع ۾ پرڏيهه پڌاري ويو هو. هي ڪتاب به سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچيءَ جولاءِ 2009ع ۾ ، لواري شريف جي بزرگن جي عقيدتمندن لاءِ ڇاپي پڌرو ڪيو. هن ۾ سندس 45 قصيدا شامل آهن. جڏهن ته سند ان کان پيٽا ٽيٽا قصيدا اجا اڻ ڇپيل آهن ۽ سندس رومانوي شاعري پڻ ڇپجي نه سگهي آهي، هي ڳوٺ جو پهريون مستند شاعر هو.

13. **سورن سانباهو** : هي ڪتاب ستار جي پنهنجي ڪيل شاعريءَ تي ٻڌل آهي، جيڪو پڻ سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچيءَ 2010ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ ستار جن شاعراڻين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي، اهي آهن بيت، دوها، سورٺا، گيت، چؤ-سٽا، هائيڪا، ڏيڍ سٽا، نظم، آزاد نظم، غزل ۽ ترائيل. هي ڪتاب 160 صفحن جو آهي.

14. **قصائد پاڪ-2**: هي ڪتاب به قصيدن تي ٻڌل آهي، جنهن جو ليکڪ فقير غلام حسين دايو آهي. هي ڪتاب به سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچيءَ پاران مئي 2011ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. غلام حسين دايو اصل

تعليم سان لاڳاپيل هو ۽ مختلف اسڪولن ۾ استاد جي حيثيت سان خدمتون انجام ڏيندي آخر ڊگري ڪاليج، لاڙڪاڻي مان رٽائر ٿيو. 1956ع ۾ هي جهان ڇڏي ويو. چيو ٿو وڃي ته سندس هڪ حمد ڪيتري وقت تائين لاڙڪاڻي جي اسڪولن ۾ صبح جي دعا طور پڙهايو ويندو هو.

الاهي ڪر عطا طاقت ڪريون حمد و ثنا تنهنجي،
اسان جي دل ٿئي روشن، ڪري سارهه ثنا تنهنجي.

غلام حسين دايو به نه صرف لواري شريف جو معتقد هو پر لواري شريف جو 1940ع کان 1956ع تائين ملازم پڻ رهيو. هن ڪتاب ۾ سندس عقيدت جا گل قصيدي جي صنف ۾ مرشد لاءِ پيش ٿيل آهن جو جو تعداد 45 آهي. ستار جي شاعري جي چونڊ

---

**ستار پيرزادو جو**

جلد شايع ٿيڻ وارو ڪتاب

# لونءُ لڳئي لال

**(لنءُ تنهين سين لاءِ، جنهن لنءُ لڳئي لال ٿئين،**
**بي سين لنءُ مَ لاءِ، متان ڪسُ لڳي ڪارو ٿئين.)**

سنڌي ٻوليءَ جي 17 اڳاتن شاعرن جي
چونڊ شاعريءَ ۽ تعارف

گهرائڻ لاءِ
03008947200 , 03062563417

## بيت

گل ڦل گاهہ گسن ، چوڏس ٿي سُرهاڻ،
وسي ويو وڏڦڙو وڻ ٽڻ ٽا وِهسن،
پرين شال پُرجهن، مُند سندا مامرا.

اچا گلُ ابوٽيءَ جا، ٽاري ٽاري ٽي ٻهڪي،
چَٽُون چيها جهرڪيون، ٽيٽيهر ٽي ٽهڪي،
مند سجي مهڪي، توڙي ڏينهن ٽپي ويا.

پيرون ڪپڙن ڪوڙ ڪامُنهن جهليا ڪارڙا،
ٽڙڳي پاٽيءَ پاند ۾ ، جهول پرن ٽا ٻارڙا،
تو ڪيئن منهنجا يارڙا، وسريا ورڻ ڏينهڙا.

باک ڦٽيءَ جو ماڪ، جرڪي لئيءَ جي لامَ
رات صبح ۽ شامَ ماٺهو سيءَ سُڪائيا.

ڏنم توکي ڏاج ۾ ، لڙڪ اکئين لاڙي،
ساهُ نہ اٿين ساڙي، جدائي هن جيءَ کي،

# دوھا

آءُ ھلي ھڪ وار تلي، اگڻ اُجاري وچ،
من ۾ مائي چٽنگ مِني، ڀنيت ٻاري وچ.

جيڏي ڪاري رات، تيڏا روشن نيڻ،
ڪيئن نه ٻکجن تن سان، منھنجا آتا نيڻ.

اکڙيون ڪول ته اوتيان تن ۾، پنھنجي من جي جوت،
اونداھيون سڀ روشن ٿيجن، منھنجي دل جا ھوت.

جنھن جا ڳل گلاب ڪڙيل، نرگس جھڙا نيڻ،
سي ئي منھنجا ساجن سرتي ،سي ئي منھنجا سيڻ.

لائي پريت نباھڻ سرتا، آھي پنھنجي ريت،
موھي ماڻن ساڻ نہ مارج، جڙ لائي نا جيت.

ساٿي ساري ھنجون ھاري ھيءَ اياڻي ڪيرَ،
راھہ نھاري سج اُياري ، ڪنھن جا گمٽ ۾ گھير.

رات وسايم وڏقڙو ، توکي ساري سيڻ،
ڪنھنجا ساريم ڪين ڪي، سرتين ڏنا جي ويڻ..

# سورٺا

لڙي هيل تہ آءُ ، ڏس تہ اسان جا ڏاڪڙا،
سُڌِ نہ ساڻَ سماءُ، ڪمڙو ويلُ وهي ويو.

چڙهي مٿي چوٽ، ڏسي بيٺو چنڊُ،
جيڏا اونچا ڪوٽ، اوڏو ظلم زمين تي.

تون بہ تہ اوري آءُ، توڏي آءُ رڙهان پيو
منهنجو ٿهريو ٿانءُ، پرج پنهنجي ٻاجهہ سان.

ٿهہ ٿهہ ڳوڙها نيڻ، ٽپڪي پاند پُسائيو
پنهنجا سيئي سيڻ، ساريم ويٺي سانت ۾.

ڪالهانڪُر ڪانگ، ڪنڌيءَ ويٺو ٿاٽي،
ساٿيئڙن جو سانگ، آهي منهنجي پار ڏي.

آءُ اگر تو ساڻ، ڪريان روح رچنديون،
چنڊ ڪتين ساڻ ، تڪ ٻڌي ٻڌندو رهي.

ڪانهي ڪا به ميار ، توتي منهنجا يار
آهي مون چمار ، اُڪنڊي ازل ڪئون.

## گيت

تنهنجي سار ستائي،
سَاجن!
پل پل تي تڙپائي.
ڪيڏا ڏينهن وڇوڙي پيڙا، ڪين لڌي تو سار،
ڪيئي چوماسا گذريا، لنگهي ويا سوين بهار.
ڪونج لنگهي ڪُرلائي،
ساجن!
پل پل تي تڙپائي.
هيل اچي ڪر ميل، ڏکئي هن ڏيل سندو ڪر دارون،
ساهه سڪي پر ريجهي ڪين، ڪري اوهان لئه ڪارون.
سُور اندر جڙ لائي،
ساجن!
پل پل تي تڙپائي.
واجهه وجهان واجهائيان، سڏ پڙاڏا ساريون واتون،
روح رڙي ٿو تو لئه ساجن! نيڻ وسن جيئن چاتون.
چڻ ڪو سارنگ ڳائي،
ساجن!
پل پل تي تڙپائي.
آءُ هلي پوءِ ڏيهه پلي، ڳالهيونِ ڳائي ڪين مُڙي،
چوريو منهنجو چِتُ آهي، ڪَن پئي هن چنگ چڙي.
ساهه سندم سيڏائي،
ساجن!
پل پل تي تڙپائي.

## چؤسٽا

ڪوئي فرشتو ناھ پل ڪٽي اديب ھجي،
چار ڪتاب لکڻ، شرافت جي نشاني ناھي.
ڪري ڏوھ ثواب ٿو ھر ڪو پنھنجي لاءِ،
عابد جي نشاني تہ ڪو ئي تغمو ناھي.

****

ساڳيو مان آھيان ساڄن! ساڳيا منھنجا حال،
ساڳيو آھي جڳ سارو، ساڳيا جڳ جنجال.
قرب تہ رھيو ناھي ، ڪنھن جي دل ۾ يارو!
ھر ڪو ھاڻ تڪي پيو ڪنھن ٻئي جا مالَ.

****

روح جون ويرانيون رات توڙي ڏينھن ۾،
برھ جون برساتيون ،منڊ ڏسن ڪينڪي.
ٿا ٻرن ڪورا اندر ٻاڦ ٻاھر ڏسي ڪونہ ڪو
درد جون درمانيون ،توڪان ٿين سي ڪينڪي.

****

پريت پارڻ ، توڪي سنيارڻ ، وصل وارڻ،
تو ڏي نھارڻ نيڻ ٺارڻ ، منھنجو ڪم آ.
تون لنگھين ڏسندي ورين ويندو رھين،
منٿون ڪرڻ توڪي سڏڻ منھنجو ڪم آ.

# ٽيڙو

سج نہ سنيران سُور سوا،
سُک نہ منهنجا ساٿي ڙي،
ڏک نہ ڪڏهين ڏور ٿيا.



ڪيڏي ٿڌڙي ڇانءَ،
جهڙي نم جي هاڙهہ ۾،
وٿان تنهنجو ناءُ.



هُر لو لوٿو مالهہ،
پاٽي نيسر مان اُڙهو
آنواندو پڳو ڪالهہ.



تو لئہ منهنجا انگ،
لرزن، ڪِڇن ڪينڪي،
هوا ۾ ڪٽڪ جا سنگ.



ڇٽن سرنهن جو ساڳ،
واهہ منهنجي پايڙي،
ڪيڏو تنهنجو ڀاڳ.

## ڏيڍ سِٽا

ٻيو جوڙ نہ پائيندس،
توساڻ پرين مان،پڪ توڙ نباهيندس.

رهہ رات تہ رائنيان،
ڳالهيون ڪري تو سان،سيني ساڻ لڳائيان.

تو ڪان نہ ٻيو پيارا،
مان پاڻ ئي آيس،واعدو ڀڳو تو پيارا.

ڪي ڏينهن ٿيا ملندي،
ڪامي وئي دلڙي، ڏينهن ٿيا سڪندي.

رهہ رات پرين هتڙي،
توکي نہ وڃڻ ڏيندس،ٻانهن ۾ چڏيانءِ جڪڙي.

تون آءُ اچي پرچاءِ،
جهل ڪين ڏين اڪڙيون،تون پاڻ اچي پرڀاءِ.

ڪو وقت هيو ٿوسان،
ڳل لڳي ڳر هيو هيم،سوَ سُر سليم توسان.

# سڪ، سُور سنيارون

آءُ اوهان جي سار اساتجو آهه سِڪايو ساهُ،
ڪيئي آهن ويڙهي منهنجي،دل جو توسان چاهُ.

آءُ سِڪايل ساري توکي، نيڻين وهايان نيرُ،
يانيان ساجن ياد اوهانجي، دل ۾ پنهنجي تيرُ.

سيارو آيو سيءُ سنيارون، آ من متو مانڊاڻُ،
خالي پنهنجو پاسو ڏسندي،جهريو پنهنجو پاڻُ.

هيل تہ پارو پارو ناهي، جڻ چڙهي ويو سوداءُ،
رانديون رُونديون وسري ويڙيون مون سان ٿيو انياءُ.

سيارو گذري ويو پن ڇڻي ويا، موريا سڀ بادام،
گوُنج ڦتا ڦت ڦاٽي پيا،سُک ساري ويا آرام.

سج تپي ٿو تاءُ ڪري، تنهنجي تئُنس تپائي ٿي،
ڪيڏو ٿو من ڪانڊو ٿئي،هر وائي دل ورنائي ٿي.

رات بهاري اُڀ سُهائو تارا تر ور چنچل چنڊُ،
راهہ تڪيندي تنهنجي ساجن، گڙيو ذهن ۾ گهنڊُ.

ڄاڻ تتا سڀ ڏينهن پيارا، سانوڻ مستؤن مست اچي،
جيءُ جهجي رم جهم برسي، هانءُ هجي جي مورءُ نچي.

پن ڇڻ جي ڏس مند وري آ، جڻ وريو وڇوڙي واءُ،
ساري تنهنجون سارون ساجن، ساهہ چڙهيو سوداءُ.

# اعتماد

مونکي آهي پڪ پرين!
جي هيڪر مون کان وسري وئين،
منهنجي ذهن ۾ لفظن جو ذخيرو
هڪ جهٽڪي سان ويندو ختم ٿي.
چؤطرف خاموشي ڇانئجي ويندي،
اوندهه انڌوڪار ۾،
هر شيءِ نظرن کان اوجهل ٿي ويندي
۽ مون کي آهي پڪ پرين!
مان پنهنجو پاڻ کان،
ازل کان ابد تائين پلجي ويندس.
مون کي آهي پڪ پرين!
ته تنهنجو نانءُ ئي آهي،
جو منهنجي ساهه جي نازڪ سڳي کي،
مظبوط کان به مظبوط ڪيون بيٺو آ.
۽ مون کي آهي پڪ پرين!
مون کان تنهن جو نانءُ جي وسري ويو
ته دنيا جي هر شيءِ نه ياد رهندي مون کي،
ڏينهن نه ٿيندو ڪڏهين،
هي چنڊ ۽ تارا سيئي،
ڪائنات جي منظر تان،
مون لاءِ سڀ غائب ٿي ويندا،
باقي ڪجهه به نه رهندو
سڀ ڪجهه تنهنجي نانءُ سان،
مون لاءِ آهه سلهاڙيل سائين.

## غزل

جسم آهي سُور منهنجو ڪيئن ڪيان مان ڪيئن ڪيان،
روح آ رنجوُر منهنجو ڪيئن ڪيان مان ڪيئن ڪيان.

ڪئي اُڏارون سُڳنڌن جون، ڏس قول بہ وڪريا پيا آهن،
ڪيڏو پورالو پُور منهنجو ڪيئن ڪيان مان ڪيئن ڪيان.

زخم چڪيل ،اڪ ڏرا ڏنل، آ حالت منهنجي ڪهڙي تي،
جسم سڄو ئي سُور منهنجو ڪيئن ڪيان مان ڪيئن ڪيان.

ڪيڏو پرين جو پنڌ پري، تو منهنجو هاٿي ڪنڌ ڍري،
ايئن من آ مخمور منهنجو ڪيئن ڪيان مان ڪيئن ڪيان.

سهڻا سارا ڪئين نظارا، ڪنهن تي اک تي ڪين پُڏي،
تو ڏُور نهاري نور منهنجو ڪيئن ڪيان مان ڪيئن ڪيان.

تو ڪيئن جهڻي هڪ نظر سان، جو بہ وهي جڳ منجهہ پيو
اهڙو آهي شعور منهنجو ڪيئن ڪيان مان ڪيئن ڪيان.

# ترائيل

جيئن ڪجل پائي اکين ۾ لالي لبن کي لاتئہ،
ڏينهن ۾ اوندھہ پڳي، شفق رنگ وکري ويو.
پوءِ وري کولي دري، مون گهر جهاتي پاتئہ،
۽ ڪري اک سان اشارو هٿ چپن تي لاتئہ.

منهن جي ڇهري جا سيئي ورن ٿي جاتئہ،
گنگنايئہ گيت پئي، سُر سنگيت وکري ويو.
آهہ اجان ياد پرين، جو گيت پئي ڳاتئہ،
جيئن ڪجل پائي اکين ۾، لالي لبن کي لاتئہ.



منهنجا منا مهنا ٿيا، هاڻ تہ تون ير موٽي آ،
مون کان پرچي ڪين ٿو روح رڙي تو کان سوا.
زندگيءَ تي ڀروسو ئي ناهي، ياد اها کوٽي آ.
هيءُ جياپو آهي جنهن تي، سو تہ ڳيو روٽي آ.

نينهن وسي مينهن جيان، ان جي نہ ڪا چوٽي آ،
رات رُسي دلڙي کسي، ڪو نہ ڀيو توکان سوا.
مان بہ تہ تون آهيان سائين، ڪانڪا وچوٽي آ،
منهنجا منا مهنا ٿيا، هاڻ تہ تون ير موٽي آ.

# ملڪ خاتون

ملڪ به شاهه محمد جي ڌيءُ ۽ امام بخش پيرزادو جي ڌيءُ آهي. سنڌس جنم فيبروري 1958ع ۾ ٿيو. انهن ڏينهن ۾ فيبروري سياري جي سيءَ وارو مهينو هوندو هو ۽ جنوريءَ جي پارن ڪانجوءِ سيءَ ۾ ڪجهه گهٽتائي ضرور ٿيندي هئي پر انهيءَ جي باوجود به هي مهينو سرديءَ ۾ شمار ٿيندو هو. ملڪ هوڻ ته ايم اي سنڌي ۾ بي ايڊ ڪيل آهي پر سنڌس تعليم ڪنهن به اسڪول، ڪاليج يا يونيورسٽيءَ ۾ نه ٿي آهي. اسان جي خاندان ۾ جيڪي ڇوڪريون پهرين انگريزي پڙهيون، اهي هيون رحمت هاڻ ميران سڏرائيندڙ ۽ بي هئي بهشت خاتون ۽ ٽين هئي زبيده خاتون. بهشت خاتون، انور جي ڀيڻ، رحمت انور جي ماسات ۽ زبيده انور جي ڀائٽي. هڪ عجيب اتفاق سان رحمت ڪي والد ۽ نه ڪو ڀاءُ هو. هوءَ پنهنجي پوڙهي والده سان پنهنجي مامي ۽ انور جن جي گهر جي وچ ۾ هڪ ڪمري واري گهر ۾ رهندي هئي. ڪيس اڪيلائيءَ جو احساس ۽ روزگار جي تانگهه جي جڏهن سنڌس مرشد خواجه گل حسن، لواريءَ واري کي عرض رکي وئي ته هنن صلاح ڏني ته ڪيس تعليم ڏياريو. جيئن ته انهن ڏينهن ۾ اسان جي ڳوٺ ۾ ڪو انگريزي اسڪول ته هو ڪو نه ۽ ڏوڪري هاءِ اسڪول اسان کان 8 ميل پري، تنهن ڪري ڪنهن اڪيلي ڇوڪريءَ جو اتي بنا ڪنهن سواريءَ جو ايترو اچڻ وڃڻ ناممڪن هو تنهن ڪري انور کي چيو ويو ته تون ڪيس پڙهاءِ، انهن ڏينهن ۾ انور مهين جو دڙو تي پرائمري ماستر هوندو هو ۽ بي اي ڪرڻ جي تياري ڪري رهيو هو. هن به ڪٽي ماءُ ۽ ماسيءَ جي چوڻ تي حامي ڀري. پوءِ اول هن پنهنجي ڀيڻ ۽ ماسات کي تعليم ڏيڻ جي شروعات ڪئي، جيڪي پوءِ مئٽرڪ ڪري رحمت ۽ بهشت خاتون پرائمري ماستريائڻيون بڻيون ۽ وري زبيده انٽر سائنس پري ميڊيڪل ڪري ورتي. ايئن اها ساڳي راهه ملڪ جي لاءِ به جڙي پئي. جيئن ٽيڪ انور پوءِ ايم اي فائنل جي تياري لاءِ ڪراچيءَ هليو ويو پر تڏهن به ملڪ ۽ زبيده جيڪا سنڌس وڏي ڀيڻ هئي، پنهنجي تعليم جاري رکي ۽ زبيده ايم بي بي ايس ڪئي ۽ ملڪ بي اي پاس ڪري ورتي ته ڪيس به ماستري ملي وئي. اهو زمانو اهڙو هو جو سرڪار ڳوٺن ۾ ڇوڪرين کي تعليم ڏيڻ خاطر

اسڪول ڪولي ڏيڻ پٺي گهري پر ڀهراڙين ۾ پڙهيل عورتون نہ تي مليون ۽ جيڪي مليون تي انهن کي ضرور ماستري ملي تي وئي. ايئن ملڪ کي بہ ماستري ملي وئي. هن جيئن ئي مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ ڪجهہ شعور حاصل ڪيو ۽ گهر ۾ انور پاران آندل ڪجهہ ڪتاب پڙهيائين تہ سندس اندر جو حساس پٽو جاڳي پيو ۽ هن جو ڌيان قلم طرف ويو. جڏهن قلم سندس هٿ ۾ آيو تہ ذهن مان جو ڪجهہ نڪتس ۽ پني تي اُڪر ڪيائين تہ اهو نظم  نثري نظم جي صورت وٺي بيهي رهيو ۽ 1977ع جو سال ليڪجڻ ۾ آيو. يعني هن بہ 19 ورهين جي ڄمار ۾ شاعري لکڻ شروع ڪئي پر پوءِ هر ڀهراڙيءَ جي عورت جيان شادي ڪرڻ کانپوءِ اول جيون ساٿيءَ جون ذميواريون، پوءِ ٻارن جون ذميواريون ۽ انهن سان گڏيون نوڪريءَ جون ذميواريون مٿان مڙهجڻ سان هن کان بہ شاعري ڇڏائجي وئي. تنهن هوندي سندس گڏيل ڪتاب "استوپا، سنڌو ۽ چنڊ" ۾ اول ملڪ جي شاعري ڏنل آهي ڇاڪاڻ جو ملڪ، فيض ۽ شاهہ محمد کان عمر ۾ بہ ۽ شعر گوئيءَ ۾ بہ سينئر آهي، سندس هن ڪتاب ۾ آيل شاعري صرف نثري نظم تي ٻڌل آهي .سندس شاعريءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

## ستار پيرزادو جا ترجمو ٿيل ڪتاب

| | |
|---|---|
| پيغمبر | خليل جبران |
| مونکي محبت آهي | خليل جبران |
| تيرهون سچ | امرتا پريتم |
| سرمد شهيد | جيت سنگ سيتل |
| آواره (اردو ۾) | شيخ اياز |

## نظم

يادن جي اڱڻ تي،
ڇمي ويل دز کي صاف ڪندي،
نظر پوي ٿي هڪ تصوير تي.....
جا منهنجي خوابن جيان،
ڳڙ ڪنيو بيٺي آهي.
ڇا ڇا نہ آهي ان تصوير ۾!؟
پيار جو ڇُهاءُ، وعدا،
ڇپن جا ڇُسڪا،
ٻانهن ۾ مظبوط گهيرو
خوف جو احساس،
تہ ڪٿي ڪير ڏسي نہ وٺي،
ان تصوير کي....
نظر پوي ٿي ٻي تصوير تي،
اها تصوير،
جنهن کي ڏسڻ سان،
سڀ جذبا برف جهڙا ٿيو وڃن.
جنهن کي محسوس ڪندي،
خوف اچڻ لڳي ٿو.

جنهن جي ڪانڌيءَ جي پلوَ سان،
منهنجو ريشم جو پلئُہ اٽڪايو ويو
منهنجي پيءُ ڪان بہ شفيق چهرو
خواهشن جي سمنڊ ۾ لڙهندي،
ڪو ٽُرهو هٿ آيو
بلڪل پهرين تصوير وارو.
مان ان ڪي چنبڙي،
پنتي نهاريان تہ،
ماڻهن جي انبوهہ جي،
چپن تي بہ لفظ هئا :
ڪارو ڪاري،
طعنن جو وسڪارو
مان ان تصوير کي،
زرهہ سمجهي،
چهتي پوان ٿي.

## نظم

تون جو بار بار
مون کي يادن جي ڦاسي ڳهاٽ تي لٽڪائي،
وري پنهنجي پُر امن پانهن ۾،
لڪائين ٿو؟
جنهن لمحي کي مان،
هڪ ڳيت ۾ جذب ڪرڻ چاهيان،
تون ان کي خوشبو بڻائي،
مون ۾ سمائي ڇڏين ؟
مان جنهن کي ماضي سمجهي،
پنتي ڇڏيان، تون ان کي،
مستقبل بڻائي آڏو ڪڙو ڪرين ؟
تون مون کان ڪمڙي جُڳ جو
وير پيو وٺين ؟
ڪڏهن تون منهنجو سچڻ بڻجي،
مون کي گُلن واريون،
راهون پيو هلائين.
مان تنهنجي ان رستي کي،
ڪمڙو نالو ڏيان ؟
اي منهنجا شعور!

## نظم

تنهنجي ياد،
سگريٽ جي دونهين جيان،
وڪوڙي،
جڏهن چڙهي ٿي،
تڏهن منهنجو من،
ڳاڙهي ڦلي مان دکي،
خاڪ ٿيو وڃي.

## نظم

دُور اُفق جي تيراهه ۾،
مون ٻه پکي ڏٺا.
هڪ ٻئي سان چنهنبون ملائي،
جدا ٿي ويا......
مون سوچيو
زندگي ملي جدا ٿيڻ
۽ جدا ٿي ملڻ جو نالو آهي.

## نظم

هن جڳ جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ ۾
تنهنجو منهنجو سات،
پيار جي شروعات ٻـ توئي ڪئي،
پر نباهي نـ سگهين.
مختلف روپ ڌاري،
تون مون کي ڏوکو ڏيندو رهئين .
مان مختلف روپ ڌاري ٻـ ،
تو سان وفاداري ڪئي ۽ ڪندي رهيس،
پر تون ڪڏهن ٻـ منهنجو پنهنجو،
نـ ٿي سگهئين .
تنهنجي محبت جي انتها ۾
مون سڀ الزام سِرَ تي سَٺا .
پنهنجو جيءُ جوکم ۾ وڌم.
بدلي ۾ تو مون کي ويرانيون،
بدناميون ڏنيون.
جڏهن تنهنجو پيار
مادي صورت ورتي،
منهنجي ڪُک مان نڪتو
تـ تو وقت جي حڪمران جو روپ ورتي ،
مون کي ست سال قيد ۽ ڦٽڪن جي سزا ڏني.
۽ مون اها ٻـ تنهنجي پيار جي ادا سمجهي ،
ڪاتي چڙهي.

## نظم

تون ۾ مان،
هوند ننڍڙا ٻالڪ تي پئون.
صاف سترو يونيفارم پائي،
هٿ هٿ ۾ ڏئي،
ڪي ٻاراڻا ٻول ٻٽي،
ننڍڙيون خواهشون ڪيون.
تون ۾ مان،
هوند عيد تي پئون،
وقت جي پابنديءَ سان ملندا رهون.

## نظم

دل تي چاهي،
ڪنهن اڙٻنگ ٻار جيان،
نينگ ٽپا ڏيان......
چنڊ کي حاصل ڪرڻ جي،
خواهش ڪريان.
پر.......
زندگي جيئڻ پوءِ ٿيئن،
ڪيڏي نہ وزني ٿيندي وڃي.

## نظم

باک ڦٽيءَ جي خاموشيءَ کي،
چيريندڙ
بيل گاڏيءَ جو آواز
ايندو رهيو.
مان سوچيان ٿي،
پنج هزار سالن کان،
اها بيل گاڏي هلندي رهي آ،
ڇا ان جي،
ڏڏڙ پريل سوار کي،
منزل الائي ڪڏهن ملندي؟

## نظم

مان زندگيءَ جي ٽيپ ريڪارڊر تي،
رڪارڊ ٿيل ڪو نغمو ته ناهيان.
جو تون،
رِي وائينڊ ڪري
ٻڌي ٻُڌي،
ارواح تان لاهي ڇڏين.

## نظم

ماءُ عورت،
وفا جو پتلو،
ماءُ عورت
ممتا جو روپ،
ماءُ عورت
جنت جي فوٽو اسٽيٽ،
ماءُ عورت،
نياڻي ست قرآن،
ماءُ عورت،
پاءُ جي پيرڻ سدوري،
تڏهن تہ پاءُ،
قربان ڪري ٿو
پنهنجين خوشين ٿان،
پيءُ انساني منڊيءَ ۾،
واڪ ڏئي ٿو چاليهہ هزار.
معاشري جا چڱا مڙس،
ڪجهہ گهٽ ڪريو
چاليهہ هزار تمام گهڻا آهن.

پوءِ مان هٿ اچان ٿي،
ڪنهن پئسي واري کي،
ڪنهن ضرورت مند کي.
جنهن کي ضرورت آهي،
منهنجي سهاري جي،
منهنجي ساٿ جي.
ها مان عورت آهيان،
وفا جو پتلو
ممتا جو روپ،
جنت جي فوٽو اسٽيٽ،
نياڻي ست قرآن ،
پاءُ جي پيرڻ،سدوري!
مڙس جي گهر ڏياٽي،
ان جي ذاتي ملڪيت،
تڏهن ته جڏهن چاهي،
چوٽيءَ ۾ هٿ وجهي،
حڪم هلائي ٿو.

# فيض الله

اسان جي ڳوٺ جي نوخيز نوجوانن جن سياست ۾ ڀرپور ورتو انھن مان فيض الله پھريون شخص آھي جنھن انتھائي ننڍي عمر ۾ سنڌي قومي سياست ۾ ڀرپور حصو ورتو. فيض الله بہ حقيقت ۾ منھنجي چاچي رحمت ا لله جو ڏوھٽو ۽ علي گل عرف علي روشن ولد علي گوهر ولد حاجي لعل بخش شيخ آھي. سندس جنم 1960ع تي ڳوٺ حاجي لعل بخش شيخ عرف عام ڀلھڙيجيءَ ۾ ٿيو پر سندس نوجواني سڪرنڊ ۾ اپري. چاڪاڻ جو جيئن مير محمد پنھنجا ٻار ۽ پينر ۽ ماءُ کي وٺي لڏي ڀلاٽي سڪرنڊ ھليو ويو تہ ھن کي ضرورت ھئي تہ سندس نوڪريءَ تي وڃڻ ڪري پويان گھر ۾ ڪو اھڙو ھجي جيڪو گھر ۾ ھجي ۽ گھر جي ڪم ڪار ۾ ھٿ ونڊائي. ٻيو تہ مير محمد کي پيو ياءُ بہ نہ ھو سڪرنڊ جي ڪٽڪ جي پوک بابت اداري ۾ نوڪريءَ يعني اتي اول تہ ھو ريسرچ آفيسر جي طور تنڊوڄام مان بدلي ٿي ويو ھو تنھن ڪري ھي عورتن لاءِ نئون شھر ھو ۽ ھونءَ بہ اسان جي خاندان جون عورتون ڳوٺ ۾ ٻاھر نڪرڻ جو رواج نہ ھو تنھن ڪري ھو فيض الله کي ساڻ وٺي ويو. انھن ڏينھن ۾ فيض الله اڃا ستين جماعت ۾ پڙھندو ھو. ڪيس سڪرنڊ اسڪول ۾ داخلا وٺي ڏني وئي ۽ اتي جيئن تہ اوس پاس جو ماحول ڪيس ادبي ۽ سياسي مليو تہ ھو اسڪول ۾ مئٽرڪ تائين اينڌي اينڌي جي ايم سيد جي جيئي سنڌ قومي محاذ سان لاڳاپجي ويو. سڪرنڊ ۾ ڪيس ھڪ طرف مير محمد جا ادبي دوست مليا ۽ انھن جي ادبي ۽ سياسي ڳالھين جو اثر ھن تي خوب ٿيو ۽ ان عمر جي باري ۾ ھن ھڪ نظم "پنھنجي مقدس ماضيءَ جي نانءِ" ۾ خوب اظھار ڪيو آھي. ان مان اندازو لڳائي ٿو سگھجي.

چيگم ڪائڻ جي عمر ۾،
سنڌ جا نعرا ھڻندا ھئاسين.
محبوبا جي انتظار ڪرڻ جھڙي جيون ۾،
آزاديءَ جي اچڻ جو،
انتظار ڪندا ھئاسين.

لَوِ ليٽر لکڻ جي ٿهيءَ ۾
پمفليٽ لکندا هئاسين.
چين سان کيڏڻ واري ڳيرو جوين ۾
آڌيءَ رات اتي،
چاڪنگ ڪندا هئاسين.
راتين جو سپنن ۾
پيار ڪرڻ بدران،
استرگل ڪندا هئاسين.
پنهنجو سادڙو سياسي ماضي
ٻاراڻو اڻپورو اڌورو سهي،
ڏاڍو مصروف ۽ مزيدار لڳندو آهي.

1970ع کان 1980ع وارو ڏهاڪو سنڌ ۾ سياسي رومانس جو ڏهو هو. ان ۾ پاڪستان پيپلز پارٽي چونڊ کٽي تہ ورتي هئي پر جنرل يحيٰ خان جمهوري طرح چونڊون کٽي آيل پاڪستان جي سڀ کان وڏي سياسي پارٽي عوامي ليگ کي پاڪستان جون واڳون سونپڻ بدران بنگال تي فوجي حملو ڪري ڏنو ۽ ان کان اڳ ۾ سنڌ ۾ سنڌي اديبن ۽ خالص سنڌي سياسي پارٽين يعني جيئي سنڌ ۽ عوامي تحريڪ جي سهڪار سان ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ هلائي ۽ ون يونٽ جي هوندي جيڪا اديبن ادب وسيلي ماڻهن خاص ڪري سنڌي نوجوان نسل ۾ سجاڳي آندي ان رنگ لاتو ۽ 1967ع ۾ سنڌي شاگردن جي تحريڪ جيڪي نشان ڇڏيا انهن نشانن جي اثر ۾ نوخيز نوجوان نسل عام طور تي جيئي سنڌ طرف لاڙي ويو. سڪرنڊ ۾ ان تحريڪ جو ڇڱو خاصو اثر هو تنهن ڪري نوجوان ٽين ايجر Teen Agers تي پڻ گهرو اثر پيو ۽ فيض الله بہ ان اثر کان وانجهو نہ رهيو ۽ هو مئٽرڪ ڪانپوءِ پنهنجي جيڏن سرتن سان گڏ جيئي سنڌ جو فل ٽائيم ورڪر بڻجي ويو پر هن کي شاگردن ۾ ويڙهہ واري رجحان کان نفرت هئي ۽ سائين جي ايم سيد خود عدم تشدد جو سئو سيڪڙو حامي هو. تنهن ڪري فيض الله پنهنجي ساٿين کي پرتشدد حرڪتن کان پاسي رهڻ جا ڏس ڏئي ادب پڙهڻ ۽ پرجهڻ سان لاڳاپجي، سياسي سوجهہ حاصل ڪري سنڌ جي آزاديءَ جي تلقين ڪرڻ لڳو پر جڏهن هن ڏٺو تہ شاگرد

سندس ان سوچ کي اهميت نه ٿا ڏين ته هو ڪانئن الڳ ٿي ويو. حقيقت ۾ 1978ع ۾ ملڪ وري هڪ ٽين مارشل لاءِ جي پنجوڙن ۾ ڦاسي پيو ۽ ملڪ هڪ اهڙي آمر جي ور چڙهي ويو جيڪو شاهه لطيف چواڻي:

ان ٻِر نه ايمان، جئن قلمي گو ڪوٺائين،
دغا تنهنجي دل ۾، شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، اندر آذر آهيين.

فيض الله مئٽرڪ 76_1975ع کان ٽي س ا س سڪرنڊ شاخ ۾ حصو وٺڻ لڳو هو تڏهن ٿي هن شاعريءَ جي شروعات ڪئي هئي. 1976ع ۾ جڏهن مئٽرڪ کان پوءِ هو نوابشاهه انڊسٽريل ڪيميڪل ٽيڪنالاجيءَ ۾ ڊپلوما ڪرڻ ويو ته ڪاليج ۾ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن نوابشاهه جو صدر چونڊجي ويو ۽ سائين قاضي فيض محمد سان سندس ملاقاتون ڪري ۽ ان کان سياسي سوجهه ٻوجهه حاصل ڪيائين . سندس پٽ رضا قاضي نوابشاهه جساف جو جنرل سيڪريٽري هو فيض الله ڊپلوما پاس ڪئي ۽ لڳاتار بي روزگاريءَ جي ڪري هو جساف ۾ ڀرپور بهرو وٺڻ ۽ ڪل وقتي ورڪر بڻجي ويو. اهو سال 1982ع جو هو ۽ پ پ وارن مارشل لا جي خلاف ايم آر ڊي تحريڪ ڏاڍي زور سان هلائي .انهن ڏينهن ۾ فيض الله جساف کي ڪاليجن ۽ يونيورسٽين مان بائيڪاٽ ۽ ويڙهه جهيڙ جي سياست مان ڪيڍڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ مختلف ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ شاگردن کي ڪتابن سان روشناس ڪرائڻ لاءِ ڪتابي ميلا لڳرايا. جيڪي ڏاڍا ڪامياب ٿيا ۽ ڪيترائي پڙهڻ ڏانهن مائل شاگرد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي . هن کي ان طرح جي ڄاڻ ڏيڻ ۽ شاگردن کي صحيح سياسي واٽ لائڻ جي ڪري ڪيس سنڌ جو صدر بڻايو ويو ته سندس سائين جي ايم سيد ۽ آريسر جي ويجهو ٿيو پر 16 جنوري 1983ع تي هو جساف سان ڪن اختلافن جي ڪري سن ۾ سيد سائينءَ جي جنم ڏينهن واري رات استعفيٰ ڏئي رات و واهه سن مان نڪري ويو.جو ڪيس خدشو هو ته محترم جي ايم سيد ڪيس رهائي ڇڏيندو. حقيقت ۾ جن شاگردن جي ڪري اهي اختلاف اڀريا انهن جي دلين مان اهي ڪدورتون ختم نه ٿينديون تنهن ڪري هن ان ۾ ئي پنهنجي عافيت ڄاتي ته ماٺ ڪري هليو وڃجي بجاءِ جو ڪو نقصان ڪيس يا جساف تنظيم کي

نہ رسي. نوابشاھہ ۾ فيض الله کي 1990ع ۾ يو بي ايل ۾ نوڪري ملي وئي. اتي ھن اول بي اي پاس ڪئي ۽ پگھار ۾ واڌ ملڻ جي لالچ ۾ ھن شاھہ عبداللطيف ڀٽائي يونيورسٽيءَ خيرپور مان ايم اي سنڌيءَ ۾ ڪئي ۽ حمل فقير لغاريءَ جي شاعريءَ ۾ سگھڙپڻو جي موضوع تي مقالو يا مونوگراف لکيو ۽ ھن بھتر نمبرن ۾ ايم اي پاس ڪئي ۽ اھو مونوگراف پڻ 2008ع ۾ حمل فقير يادگار ڪميٽي سڪرنڊ پاران ڇپجي پڌرو ٿيو آھي. سندس شاعريءَ جي چونڊ ھيٺن آھي.

## ستار پيرزادو جا سھڙيل ڪتاب

| | |
|---|---|
| وياجي ھنگلور | شيخ اياز |
| لاھوتي لڏي ويا | احمد علي بروھي |
| آدرشي انسان | نورالدين سرڪي |
| شاھہ لطيف جي شرح | يار محمد پيرزادو فقير |
| قصائد پاڪ 1 | رحمت الله پيرزادو |
| قصائد پاڪ 2 | غلام حسين دايو |

03452217471

# هڪ ايبسٽريڪٽ نظم

پنهنجا ٻار وڻندا آهن،
پر رانديڪا ته ناهن،
جو انهن سان راند رهون.
رڳو پيار ڪريون،
هننجون ضرورتون ۽ ماڻا،
ڪيئن پورا ڪريون.
توهان چئو ٿا تہ مان،
ڏاڍي سُهڻي آهيان،
منهنجي سُونهن وٺي،
ڪوپ دڪاندار گهر جو سودو ته ڏئي.
اسان جا فوٽو ٿا ڪيو
اسان تي جڻ توڪون ٿا ڪريو.
راڻل مينهونڳي رُت،
تو بن وڇوڙي جو ساءُ ڏيندي،
گيت لکندي،
اسان جي پورهيو ڪندڙ غربت کي،
کهڙو آٿت ڏيندين.
اسان جي ته ڏهاڙي ويندي،
ڪن ماڻهن کي،
پاؤڊر جي خوشبوءِ کان وڌيڪ،
اٽي جي خوشبوءِ وڻندي آهي.
تنهنجي اچڻ جو ٻڌي،
ڪکر چنڪار ڪري رهيا آهن.

## ماڊرنزم، رومانس ۽ انقلاب

هن دؤر جون،
نوجوان ڇوڪريون،
جي پاڻ کي آزاد سمجهن ٿيون،
سي شاپنگ سينٽرن تي.
سهڻيون شيون جاچينديون آهن،
هر هر گهُوري ڏسنديون آهن
ڪيئن به ڪري حاصل ڪنديون آهن ،
پر جي ڇوڪريون،
پنهنجي جيون جوين لاءِ،
ايتريءَ محنت سان،
سهڻو ساٿي چونڊينديون آهن،
باغي ناهن.
هنن کي ڪير چوي!
باغي ٿيڻ بد اخلاقي ناهي ،
ميڪ اپ هڪڙي مهل هوندو آهي،
ڪپڙو ڪجهه ڏينهن هلندو آهي ،
پر سهڻو ماڻهو ڏاڍو پيارو لڳندو آهي.
روز نئين لڳندو آهي ،
سڄي عمر هوندو آهي،
هنن کي ڪير چوي!
هٿ ۾ پئسن پريل پرس ڪٽي گهمڻ زندگي ناهي،
زندگي ڪنهن هٿ ۾ هٿ ڏئي گهمڻ آهي ،
پرس جا ڪڙا ٻانهون ناهن ،
جو پاڪر پائن ،

هٿ ۾ حياتي هوندي آهي،
هٿ ۾ جواني به ٽيندي آهي،
تنها ڪار تي گھمڻ زندگي ناهي،
زندگي پرينءَ سان پنڌ گھمڻ آهي،
ڪار هارن هڻندي آهي،
هن جان ٺمڪ ڏيندي ناهي،
ڪار جون بتيون روشني ڪنديون آهن،
پر ڪنهن جون اکيون ته ناهن،
هي ويچاريون،
حياءَ ڪرڻ جهڙيون،
اسان جون ڇوڪريون،
مادرنزم ۾ قاتل آهن،
باشعور ناهن،
هنن سان نہ رڳو
گھر ۾ اهو ڳالهائبو آهي،
ماني ڏيو،
پاڻي ڏيو
ڪپڙا ڏيو.
رومانس،
سيڪس،
سنڌ ۾ جوين جاتو آهي،
انجواءِ ڪيو ناهي،
ادب،
انقلاب،
هنن رڳو ٻڌو آهي،
اجان سمجهو ناهي.

## جوين جي پهرين پرهه ڦٽي

سنجها مهل،
سنهري ۽ سُريلي آواز ۾،
موسيقيءَ ۾ مونکي،
جاني ڪوٺيو.
ياڪر پاتو
پوءِ تعارف ٿيو.
مون صحيح ۾ مون عورت کي ڏٺو.
اڄ هي وسڪيءَ جون ٻه بوتلون،
هنن جهڙيون ٻه پوريون ڇوڪريون لڳن ٿيون.
گلاسن ۾،
برف جهڙن ٿڌن ٿڌڪن جهڙا ٽڪرا وجهي،
چانڊوڪيءَ جي بيئر ملائي،
هن پيار مان پيگ ٺاهيا.
پيگ پيئندي،
آءُ هنن جي جسمن جي شهر ۾ گهمندو رهيس،
جي شهر رات جو کلندا آهن.
هتي سيڪس جون،
سهڻيون ٿوڪڙيون ملنديون آهن،
پيار بليڪ تي هلندو آهي،
چميون ۽ ياڪُر رانديڪن جيان،

جوين پارٽي لئه خريد ڪيون آهن.
پيو پيگ پي،
لفظن ۾ تشبيهن کان آجي دنيا ۾ هليا ويا سين،
رڳو ايترو محسوس ڪيو سين،
تہ هٿ ۾ چپ،
جسم جي جنگين جا وڏا هٿيار آهن.
تاريخ تبديل ٿي وئي،
رات ڪافي ڍلي وئي آهي،
مُرڪن جي ماڪ وسي رهي آهي،
لپ اسٽڪ جي پردن مان،
اوجاڳيل چميون لڪيو ليٽا پيون پائن،
ٿڪل ڇاتيون هن جي سيني تي آهلجي پيون آهن.
ننڍا ڪين ياڪين ۾ به پنهنجو مزو آهي،
چانڊوڪيءَ ۾،
هن چُپ چمندي،
مون اڃوڪي ڏينهن تي،
پنهنجي ٽافيون چوسيندڙ جيون کي،
الوداع ڪئي.
صبح ساجهر جو
ن ڪان موٽڪلايا تہ
هن جا هٿ،

هٿڪڙيءَ جيئن چنبڙي پيا،
اُسان پٺي،
جوانيءَ جا جوابدار لڳي رهيا آهيون،
بس ۾ ويٺل بيوقوف،
آفيس وڃي رهيا آهن،
هي جيڪي ڄاڻن ڪان وڌ،
گريڊ سان پيار ڪندا آهن،
ڪنڊڪٽر کي ڪرائي ۾،
ڪاڳر کي ڏئي سگهن ٿا،
هونءَ ته منهنجو ڪيسو
چمين ۽ پاڪين سان ڀريل آهي،
منهنجي ڪپڙن ۾،
هنجي جسم جون،
يادون ۽ حرڪتون لڪل آهن،
هٿڙن ملڪن ۾،
هي راتيون به،
انڊر گراؤنڊ ٿي رهنديون آهن،
شهر ۾ بسن جا هارن وڄائي باڪ ڦٽي،
اڄ منهنجي جوڀن جي پهرين پرهه ڦٽي،

# نظم

ذڪرُ گهليو آ،
مينهن اُڪاميو آ،
حرڪتي ٻار
ڪاري هينان،
اُن ڇٽي،
ڏس ڪيئن نه،
جهرڪيون ڦاسائن ٿا.



ٿر مان گذرڻ پيا،
اُتن جو وڳر پڇي پيو
منهنجو دوست،
فوٽو ڪڍي پيو
مان سوچيان ويٺو
هنن اُتن ۾،
انهيءَ اُٺ جو نسل به هوندو؟
جيڪو ڪاڪ تي چندن چرندو هو.

## نظم

تون ويٺل آهين ڪچي،
ڏس هيل سانوڻي تي اچي،
شل! تنهنجو ڳوٺ ٻڏي
۽ تون اچين لڏي،
اسان ڏي،
اسان ڏي،
پينگهه ۾ پاڻ سان،
شام به گڏ لُڏي،
تون گهر ڙوٺا هين اچي،
شل ڳوٺ اسان جي.

*****

هاڻي تون
وڏيڪ سهڻي نه ٿيءُ
مون کي پاڻ وٽائڻ جي جي،
ڪوشش نج ڪر.
مون کان وسري وڃ،
مٿي تي هٿ گهمائي،
مون وٽان
پنهنجو پاڻ وٺي وڃ.

سڪان

هنجي لاش ڪي،مڙس جي،
آزاديءَ لاءِ نڪتل،
پمفليٽن ۽ بينرن جو
ڪفن ڏئي،
دفن ڪجو او لوڪو!
پوياڙيءَ جي پاڇولن ۾،
نظريو هن جي،
زخميل هن جي ننڍاڪن نيڻن ۾ گهُري،
ٽڪل پوڙهي ڇهري جا،
گهنج ٿو ڳڻي،
ڍڄ ٿو ٿئيم ته ڪٿي،
نظرين ۽ هن جو
ايڪسيڊنٽ نه ٿئي.
زندگي ڪشڪول آ،
قربانيءَ جو
هر هڪ آڏو
دکن جي بيک گهرندڙ
ڇڻ ڪن پل آهي زندگي،
شام جو جيئن رستن تي رئي،
زندگي نرمل ۽ نازڪ هٿن ۾،
تجوڙيءَ جي چابي،
زندگي چانڊوڪيءَ جو
وڻ پاڇن ۾ پلجندڙ پيار
زندگي تر ۾ ور لاءِ،
انتظار ڪري مرڻ،
اُڌمن ڪي دبائي،
دل ڪي دل م لڙڪ پي،
هن جي لاش ئي،
اهو ڪفن ڏئي،دفن ڪجو او لوڪو!

## نظم

آئون تخليق جيان،
پيار جون ڳالهيون،
پنهنجي ٻوليءَ ۾ ٿي،
ڪري سگهندو آهيان.
مون سان پيار ڪرڻ لاءِ،
تون کي منهنجي ٻولي سکڻي پوندي.

## نظم

نوڪري بہ نہ ٿي ملي،
جمهوريت بہ نہ ٿي اچي،
انڪري،
تو سان پيار ڪرڻ تي،
دل ئي نہ چوي.
هن دفعي،
هيءَ بهار جي،
مند بہ نہ ٿي وڻي.

## ڳوٺ سان نئون رشتو

تون جا منهنجو اوچتو انتخاب آهين،
تون جا اڄ کان منهنجي نالي آهين،
تون جا منهنجي پنهنجي آهين،
پنهنجاتِپ ۾ بہ تہ،
پنهنجي سُونهن هوندي آهي،
تڏهن تہ،
سس سِهرا چوندي آهي،
سالي جهمر هڻندي آهي،
تون جا منهنجي پاڙيسري آهين،
پاڙو پيارو هوندو آهي،
ڏاڍو ويجهو هوندو آهي.
ڪيئي چوڏهينءَ چنڊ،
هن ڳوٺ تي اپريا هوندا،
پر هي چوڏهينءَ چنڊ،
اڄ ڳوٺ اسان جي،
منهنجي منگيندي ڏسڻ آيو آهي.
ڳوٺ سان،
هڪ نئون رشتو ٿي ويو آهي.
هاڻي هن ڳوٺ ۾
منهنجي منگ بہ رهندي آهي،
جنهنجي اوسيئڙي ۾،
مان آرس پنجندو آهيان،
جنهن جي مُرڪڻ جو
مان موضوع آهيان.
جنهن جي سوچن جو
مان شهزادو آهيان.

# شاهہ محمد پيرزادو

هي بہ حسنِ اتفاق آهي جو مهيني جنوريءَ جي 31 تاريخ 1961ع تي امام بخش ولد شفيع محمد جي گهر ۾ ٻن نياڻين کانپوءِ پٽ ڄائو. امام بخش پنهنجي والدين جو ٻيو نمبر پٽ هو. انهن ڏينهن ۾ هو منشيءَ طور ملازمت ڪندو هو. حقيقت ۾ شفيع محمد پنهنجي والدين جو هڪڙو ئي پٽاڻو اولاد هو. تنهن ڪري کيس الله تعاليٰ جهجهو اولاد عطا ڪيو. جڏهن تہ انور ۽ ستار بہ جنوريءَ مهيني جي پيدأوار آهن. امام بخش ڪو وڏي ملازمت وارو نہ هو ۽ نہ ئي شفيع محمد ڪو برسر روزگار هو. شفيع محمد جو ڪم مسجد ۾ پيش اماميءَ جو هو ۽ سندس والد پڻ ڳوٺ جي مسجد جو پيش امام هو. تنهن ڪري سندن خاندان ملان جي خاندان جي نالي سان سڏبو هو.

شاهہ محمد ٿان بہ امام بخش کي ڏيءَ ڄائي تہ امام بخش پٽاڻي اولاد لاءِ سوختو ٿي ويو. تنهن ڪري کيس غربت آهر ڪافي لاڏ ڪوڏ ميسر ٿيو. تنهن هوندي بہ سندس پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ حاجي لعل بخش شيخ جي اسڪول ۾ ٿي ۽ پوءِ مئٽرڪ هن بہ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڏوڪريءَ مان پاس ڪئي. انٽر سائنس بہ حيدر بخش جتوئي سائنس ڪاليج ڏوڪريءَ مان پاس ڪئي، بي ايس سي ڪراچيءَ جي اسلاميہ سائنس ڪاليج مان حاصل ڪيائين ۽ ڪراچيءَ ۾ ڪجهہ خانگي نوڪرين کانپوءِ هن هڪڙي ڪاروبار جي شروعات ڪئي، جيڪو اڃا سوڌو جاري ۽ ساري اٿس. هو ان نوڪري ۽ ڪاروبار جي سلسلي هيٺ ڪري ڪيترائي ملڪ گهمي آيو پر نہ ڄاڻ ڇو سندس طبيعت انهن سفرن ۽ ملڪن جي ياترائن کي قلم بند ڪرڻ تي آمادهہ ٿي نہ سگهي يعني کيس نثراڻو ادب ايترو پاڻ ڏانهن ڇڪي نہ سگهيو يا هو پنهنجي ڄاڻ جو ونڊُ ونڊڻ ۾ گهبرائي رهيو هو.

شاهہ محمد جڏهن هاءِ اسڪول ڏوڪريءَ ۾ تعليم هيٺ هو تڏهن ڳوٺ ۾ ڳوٺ سڏار سنگت ڪافي اوج تي هئي ۽ سندس چاچو انور پيرزادو پختي سياسي ڪارڪن طور مشهور ٿي چڪو هو ۽ ڳوٺ ۾ ترقي پسند سوچ جو پرچار عام جام ڪندو رهندو هو. تنهن ڪري کيس ننڍي

وهيءَ ڪان سياسي تعليم ڪتابي ۽ پڏ سڏ سان ملي، پوءِ جڏهن هو ڪراچيءَ ۾ آيو ۽ بي ايس سيءَ جو شاگرد هو ۽ پنهنجي چاچي جي گهر ۾ رهندو هو تہ اهو وقت ڪراچيءَ ۾ وري سنڌي ادبي سنگت جي سرگرميءَ جو دؤر هو ۽ انهن ڏينهن ۾ محترم فقير محمد لاشاري س ا س ڪراچيءَ جو سيڪريٽري هو تہ شاهہ محمد بہ اهي سنگت جون گڏجاڻيون باقاعدگيءَ سان شامل ٿي پڙندو ۽ بهرو وٺندو رهيو.

نيٺ شاهہ محمد 1978ع ڪان پاڻ بہ شاعري رچڻ لڳو. اهو سندس شوق اڄ تائين جاري آهي. هيل تائين سندس بہ شاعريءَ جا مجموعا ڇپجي پڌرا ٿيا آهن. سندس پهريون مجموعو" استوپا، سنڌو ۽ چنڊ" نالي عبدالرب پيرزادي سهيڙيو ۽ مسعود لائبريري ڪراچيءَ مئي 1995ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو. هي مجموعو حقيقت ۾ ٽن شاعرن يعني ملڪ، فيض الله ۽ شاهہ محمد شاهہ جي گڏيل شاعريءَ جو مجموعو آهي. هن ۾ اول حصو ملڪ جو آهي، ٻيو حصو فيض الله ۽ ٽيون حصو شاهہ محمد جو آهي. ان لحاظ سان شاهہ محمد، فيض الله ۽ ملڪ جو هي گڏيل شاعريءَ جو ڳٽڪو اسان جي ڳوٺ جي اديبن جو پهريون ڇپيل ڪتاب آهي، جيتوڻيڪ اڳ جاڻايل شاعر يعني رحمت الله، مير محمد، انور ۽ ستار ڪانئن عمر جي لحاظ کان توڙي ادبي لحاظ کان سينيئر آهن، تنهن هوندي بہ "استوپا، سنڌو ۽ چنڊ" ڪتاب ۽ ان جي شاعرن کي پهريان صاحب ڪتاب هئڻ جو اعزاز حاصل آهي.

هن ڪتاب مان شاهہ محمد جي شاعريءَ جي چونڊ ڏيڻ ضروري ٿو سمجهان، جيئن پڙهندڙن کي سندس شاعريءَ جي ساڃ جي خبر پوي. سندس ڪتاب ۾ جيڪي صنفون آيل آهن، اهي هي آهن، نظم، غزل، ترائيل، وائيون، هائيڪا ۽ هڪ گيت، پڙهڻ ويل سندس نظم نثري وڌيڪ لڳندا.

شاهہ محمد جو ٻيو ڪتاب "سونهن جون سؤ صورتون" 2003ع ۾ شهرزاد ڪراچيءَ مان مهتاب علي مگريو جي سهيڙ سان ڇپجي پڌرو ٿيو. سندس هي ڪتاب اڳ ڇپيل گڏيل ڪتاب ڪان 8 سال پوءِ ڇپيو. هن ڪتاب ۾ سندس جيڪي صنفون آيل آهن انهن ۾ نظم، ٽيڙو غزل، وائيون ۽ ٽي گيت آهن. شاهه محمد هڪ ڪتاب سهيڙيو بہ ۽ ترجمو بہ ڪيو جيڪو شيخ اياز جي شاعريءَ کي انگريزيءَ ۾ روشناس ڪرائڻ لاءِ

هن محترم آصف فرخيءَ سان گڏجي سنڌيءَ مان ترجمو ڪيو اهو ڪتاب انگريزي ٻوليءَ ۾ نالي Storm Calls for Prayers آڪسفورڊ پريس پاران 1998 ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.
سنڌس هن ڪتاب مان پڙهندڙن ڪي چس وٺائڻ لاءِ ڪجهه چونڊ.

# شاه محمد جا ترجمو ٿيل ڪتاب

**سارا ملڪ منصور** اردو ترجمو سنڌي ادب

(اردوءَ ۾ احمد سليم سان گڏيل)

**فڪرِ اياز** اردو ترجمو شيخ اياز جون لکڻيون

**ذڪرِ اياز** اردو ترجمو شيخ اياز بابت لکتون

(اردو ۾ ڊاڪٽر آصف فرخيءَ سان گڏيل)

THE STORM CALLS FOR PRAYERS

شيخ اياز جي شاعري

انگريزيءَ ۾ ڊاڪٽر آصف فرخيءَ سان گڏيل

03008947200

# سال جي آخري شام

شام تنهنجي ريشمي پوتيءَ جيان،
ٽي پهاڙن جي مٿان جهرمر ڪري،
۽ پهاڙن پوئتان،
جڻ تہ ان ڪي هوريان آهي جو ڪوئي،
ڇڪيندو ٿو وڃي،
منهنجي اکين جي اڳيان،
آخري ان جو پلئہ گم ٿي ويو.
جنهن ۾ منهنجي پيار جون،
ڪيئي سانديل سوڪڙيون گم ٿي ويو
زندگيءَ جي باب جو هڪڙو صفحو گم ٿي ويو!
ڪنڌ ورائي مان جو تنهنجي روپ کي آهي ڏٺو.
ٽيستائين ان ۾ ڪيئي چنڊ ڪڙي آهن پيا،
چانڊني تنهنجي بدن جي،
رقص ٿي منهنجي حواسن تي ڪري،
مان اکين جي آس کي تازو رکي،
۽ چپن جي پياس کي تازو رکي،
تنهنجي رخ جي روشنيءَ جو ڪيان پيو انتظار،
شام جو ڪجهہ پاڻ سان گڏ وٺي ڪٽي،
ياد ان جيءَ جا ستارا،
رات ساري مون سان گڏ دکندا رهيا،
مان ٿو سوچيان،
زندگيءَ جي رڻ مان لنگهي،
۽ پڇاڙيءَ ڪان اڳي،
جي اچي ڪنهنجي ڪنن ۾ ڪنهن جي پاران،
چاهجڻ جو اعتراف،
زندگيءَ جي سو سڄي بازي کٽي ويو.

# تون اچين ٿي تہ.....

تون اچين ٿي تہ،
شاعري مون ڏي،
اهڙي ڪنهن دوست جيان،
هلي ٿي اچي.
تنهنجي باري ۾،
جنهن سان ڳالهيون ڪرڻ،
هيرَ بڻجي وئي آهي منهنجي،
تون اچين ٿي تہ،
زندگي مون ڏي،
ٿي اچي آبشار جي صورت،
جو ڏکن جي پهاڙ کي ڪاٽي،
ڪنهن مسافر کي ٿو،
ڪري سيراب.
جو گهڻي پنڌ جو ٿڪل آهي،
تون اچين ٿي تہ،
ائين لڳي ٿو جڻ،
هر ڪا موسم بهار جي آهي.
پر فضا ۾،
سدائين گل ٽا ٽڙن.
۽ هوا،
صرف سُرهي ٿيندي آ.
تون اچين ٿي تہ...
تون اچين ٿي تہ...

## نظم

ڪجيءَ جي تاري ۽ چنڊ
ڪجيءَ جي تاريءَ ۾ اٽڪيل،
چوڏهينءَ جو چنڊ،
۽ تنهنجي چهري ڪي،
منهنجون اکيون،
هميشهہ چٽُ ڏسڻ چاهينديون آهن ،
تنهنجا وار ريشمي،چمڪندڙ ۽ خوشبودار بہ ناهن،
تنهنجا چپ گلابي به ناهن،
تنهنجي اکين ڪي،
هن ڪائنات جي ڪنهن خوبصورت آبجيڪٽ سان،
تشبيهہ بہ ڏئي نہ ٿي سگهجي،
پر تڏهن بہ اهي سڀ شيون،
جڏهن هڪ وجود ۾ سمائجي ٿيون وڃن،
تڏهن،
ان سراپا ڪي،
۽ ڪجيءَ جي تارين ۾ اٽڪيل،
چوڏهيءَ جي چنڊ ڪي،
منهنجون اکيون هميشهہ چٽو ڏسڻ چاهينديون آهن !!

# غزل

اڄ ڪو هٿائي اڳيان منهنجي ڪڪريون،
تہ جيئن چنڊ پورو اڄ مون اکين ۾.

هي تنهنجو ئي آهي سبب منهنجي پياري،
جو سينگارجي سُونهن ٿي مون اکين ۾.

ڇڪين پاڻ ڏي ٿي تون ايڏي تہ سگهہ سان
نہ دنيا، نہ رشتا، رهُو تون اکين ۾.

وري ڏس ٿي تنهنجي جدائي ڏُکاري،
وري هينئڙو ڦٿيو نہ جو تون اکين ۾.

## غزل

پاڻ کان تو دُور مان نڪتو وڃان،
ڪنهن جي چڏيل واس پويان ٿو وڃان.

ڪنوار ڳاڙهيءَ ڪي ڏسي ويڳاڻيل،
ريت جي رُڃ ۾ ئي رُلندو ٿو وڃان.

ڪنهن ٻڪايل ٻار ڪي گس تي ڏنم،
پنهنجي منزل کان ئي پلندو ٿو وڃان.

ڪنهن کان ڪنهنجي لاءِ ڪو نياپو وٺي،
هير ٻڏجي ڪائي گهلندو ٿو وڃان،

گهُور مون ۾ جان ڪٿي تو آ پرين،
مڪڙيءِ وانگر هاٿي ڪلندو ٿو وڃان.

# غزل

شهر سڄي ۾ جيڪو آهي هُل منهنجو آ،
تنهن جي وارن ۾ جو آهي گُل منهنجو آ.

مون وٽ جيڪا رسوائي آ تنهنجي آ،
تو وٽ جيڪو درد لڪل آ ڳُل منهنجو آ.

تنهنجي هر هڪ گهُور اُياريو آ هي مون کي،
تنهنجي نگاهن ۾ جادو اوتيل منهنجو آ.

تنهنجَي محرومينِ وِاڙي احساس جو بار،
ڍوئي ڍوئي جسم ٿيو هي شل منهنجو آ.

وڻن منجهان پن ڇڻ ۾ ڇٽيل پٽن ۾،
بي وطنيءَ جو ڏک سدا سانڍيل منهنجو آ.

ڏيساور وارؤ هي منهن جو ديس اٿوَ
گهايل گهايل هن ۾ هر هڪ پل منهنجو آ.

## گيت

ڪيڏي ڪاري واري آهي،
هاڻ تہ واري ٿي واري آهي.

سنڌو هٽندو هو جت چوليون،
پاڻ پڇايون هُون جت چوليون،

تو جا جُوءِ سنياري آهي،
هاڻ تہ واري ٿي واري آهي؛

ڪيڏا ڏينهن لنگهي ويا آهن،
ڏاڍا ڏُک ڏنگي ويا آهن،

ونجھہ نہ ڪو ڪا ناري آهي.
هاڻ تہ واري ٿي واري آهي.

تنهنجا جذبا سنڌوءَ پيٽ،
منهنجون آنسون ان ۾ ييٺ،

ڪيڏي تن ۾ ياري آهي.
هاڻ تہ واري ٿي واري آهي.

اڪيون پاٽي پاٽيءَ ڪارڻ،
سڪن جي تہ وراٽيءَ ڪارڻ،

پنهنجي سڪ نياري آهي.
هان تہ واري ٿي واري آهي.

## وائي

گهمندي گهمندي باغ ۾،
ڏسيّ ڳاڙها گل.
اڄ وري پنهنجو پرين آ ياد پيو.
تُ بسنتيءَ جي سورج تي،
ڏسي جهڙ جي جهُل.
اڄ وري پنهنجو پرين آ ياد پيو.
هلندي هلندي لوڪ کان،
ٻُڌي سا ڳيا هُل.
اڄ وري پنهنجو پرين آ ياد پيو.
ساري پنهنجو سُپرين،
ورجائي هيءَ پل.
اڄ وري پنهنجو پرين آ ياد پيو.
ڪ ٻن مسافر جا ڏسي
ڳاڙها ڳل پڳل.
اڄ وري پنهنجو پرين آ ياد پيو.

# ترائيل

تون جڏهن چير پڏي دل ۾ هلي ايندي آن،
رات جي سانت ۾ ياد جو ويس ڍڪي.
سڪ جي سمنڊ مان پري، ڪيئي وتيون ڏيندي آن،
تون جڏهن چير پڏي، دل ۾ هلي ايندي آن.

تون سڄي ماحول کي ، مدهوش ڪري ويندي آن،
رُوپ کي،سونهن کي، چانڊوڪيءَ ۾ ڍڪي.
تون جڏهن چير پڏي ، دل ۾ هلي ايندي آن،
رات جي سانت ۾ ياد جو ويس ڍڪي.



نيري اُپ تي اڇي جهڙ جون، ڪڪريون وڪريون پيون آهن،
هوا جي رخ تي هيڏي هوڏي، بيوس ڪيڏو اُڏرن ٿيون.
جڙ ڪنهن من جون آسون بڻجي، ٻاڦ اکين مان اُڏيون آهن،
نيري اُپ تي اڇي جهڙ جون، ڪڪريون وڪريون پيون آهن.

جڙ ته امن جي جهنڊي جون ڪي، وڪريل وڪريل ڇيهون آهن،
جڙ تہ ڦتيون ڪي ووٽن ۾، ڪنهن بم لڳڻ سان اُڏرن ٿيون .
نيري اُپ تي اڇي جهڙ جون، ڪڪريون وڪريون پيون آهن،
هوا جي رخ تي هيڏي هوڏي، بيوس ڪيڏو اُڏرن ٿيون.

## ٽيڙو

ولهہ ۾ آهي ڪٽ،
هُوءَ منهنجي آغوش ۾
ساهن ۾ آ سٽَ.

حيرت ۾ آ هاڻ،
پنيرڪي ۾ ڪويچو
ڳِل چڏي آلاڻ.

ميرا ليڪا منهن تي لائي،
مٽيءَ ۾ ٿو ڪيڏي ٻارُ
ماءُ پري کان نظرون لاهي.

معصُوميت جو موهہ،
دل ڌڙڪڻ کان اڳ ٿي پرٽيل،
عشق وبوٽي ڌوهہ.

جُوڌ ڪري ڪڻ چُوڙ
وٽ ريجهائي ٻار کي،
دل مان ياد نپُوڙ.

# غوث پيرزادو

هي انتهائي غربت ماريل جوان اهڙي گهراڻي ۾ پيدا ٿيو جنهن لاءِ لکڻ ڏاڍو عجيب ٿو لڳيم سندس پيءُ جي پيشي جي لحاظ سان ٻالڪان تہ هو ٻاهو اهو تہ مان چئي نہ ٿو سگهان باقي هن جو تعلق سنڌ جي اهڙن انسانن سان هو جنهن لاءِ شاهہ لطيف ڀٽائي چيو آهي: "جهنگل هليا سي نہ ٻليا، راهہ هليا ڦرجن."

غوث ولد ڪريم بخش ولد گل حسن سن 13 آگسٽ 1968 تي پيدا ٿيو. سندس گهر جو غريبي گذر ۽ والد جا رولاڪڙا، سندس تربيت ڪير ڪري. والده کي ٻارن جي ڪانگ گهر ۾ ڪجهہ مينهون، ڪاڏي لاءِ اناج تہ ڪنهن حد تائين گهر ۾ اچي ويندو هون پر زندگي صرف اناج جي محتاج تہ نہ هوندي. تنهن هوندي بہ ڳوٺ جي پرائمري اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو ٻاڪاڻ تہ اتي جيڪو ماستر هو سو منهن جو مامون يعني ماستر الله بخش، جيڪو چاهيندو هيو تہ ڳوٺ جو هر ٻار گهٽ ۾ گهٽ پنج درجا تہ پڙهي پوي ۽ قرآني تعليم يعني قرآن شريف تہ پڙهي سگهي، ايئن مون کان وٺي ڪيترائي ڳوٺ جا ٻار ان جي دڙڪي داٻ، ڪڏهن پيار ۽ ڪڏهن مار موچڙي ۽ استاد جي خوف کان ڳوٺ جا اڪثر ڇوڪرا اسڪول ويندا هئا. ڪين گهرج هوندي هئي سليٽ، قلم ۽ شروعات ۾ ڦرهي، جيڪا ڪاٺ جي ٺهيل هئي ۽ ميٽ سان هر روز ميٽي ۽ ڪانهن جي ڪلڪ سان هڪ ٽڪيءَ کي پاڻيءَ ۾ ڳاري مس ٺاهي لکرائيندو هو. توهان ڏسو اسان جي اڪثر پيرزادن جا هٿ اکر خوبصورت هوندا آهن.

بهرحال غوث پرائمري ڳوٺ جي اسڪول مان پڙهي نڪتو تہ هنن جي قسمت چڱي جو مهين جو دڙو تي مڊل اسڪول قائم ٿي ويو تہ غوث بہ ان ۾ داخل ٿي ويو. ڪنهن حد تائين پڙهڻ ۾ چڱو هوشيار شاگرد هئڻ ڪري ڏاڪي بہ ڏاڪي درجا پاس ڪندو ويو ۽ نيٺ هن ڏوڪري هاءِ اسڪول مان ميٽرڪ پاس ڪري ورتي. جيتوڻيڪ ڪيس ڪورس جا پورا ڪتاب بہ نہ هوندا ها پر هو پنهنجي جيڏن ۽ هم ڪلاسي دوستن جي ڪتابن تان پڙهڻ جي مدد وٺندو هو. ايئن ڏوڪري ڪاليج مان انٽر ۽ شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپورمان بي اي (پاس) ۽ ايم اي سنڌي ۾

پاس ڪيائين . هن پاڻ ٿي هي واقعو مون کي ٻڌايو ته جڏهن ايم اي جي واءِ واٽس ڏيڻ جي لاءِ خيرپور ويس ته ات ملڪ نديم ۽ ادل سومرو وارا استاد هئا. جڏهن کين ٻڌايم ته پلهڙيجيءَ جو پيرزادو آهيان ته ملڪ نديم چيو ته تون انور ۽ مير محمد جو مائٽ آهين ته کيس هائو ڪيم ته هن هڪڙو ٿي سوال پڇيو ته مير محمد جا ڪيترا ڪتاب ڇپيل آهن؟ جنهن تي پاڻ جواب ڏنائين ته هڪ ٻه ته. ان وقت ملڪ نديم کلي کيس چيو ته چڱو وڃ، پر کيس ايم اي ۾ پاس ڪيو ويو. ان کان اڳ مير محمد جو ڪتاب "مُکڙيون ماڪ ڦڙا" ڇپجي پڌرو ٿي چڪو هو. پر ڏوهه غوث جو ان ڪري نه هو جو انهن ڏينهن ۾ ته ڇا پر مير محمد جيئن ته اڄ تائين پلهڙيجي وارن سان رابطا ڪٽي سڪرنڊ جو ٻڌجي ويو آهي . هو صرف عيد برات تي به ڳوٺ نه ايندو ويندو آهي تنهن ڪري هاڻ ڳوٺ جا ڪيترائي ماڻهو کيس نه ٿا ڄاڻن ۽ هن جا هاڻ به ڪتاب ڇپيا آهن پر ڳوٺ جي تمام ٿورن ماڻهن کي ان جي ڄاڻ آهي. سواءِ مير محمد جي انهن مٿن مائٽن کي خبر آهي ته هن جا شاعريءَ جا به ڪتاب ڇپيل آهن ۽ سندس ڪجهه ڪهاڻيون ۽ ڪيترائي مضمون ڇپيل آهن.

غوث جڏهن تڪليف سان ايم اي ڪئي ته هن لاڙڪاڻي مان ٽائيپ ڪرڻ سکي ورتي هئي، تنهن هوندي به کيس ڪا نوڪري ملي نه سگهي.ڇاڪاڻ جو انهن ڏينهن کان اڄ تائين سرڪاري نوڪرين تي بندش هلي ٿي اچي ۽ ٻي ڳالهه ته پلهڙيجيءَ جي نوجوانن کي ڪنهن به قسم جي پٺ يا سفارش يا پئسو ناهي جو هو نوڪري حاصل ڪرڻ ۾ سوڀارا ٿين پوءِ پل ڪٽي هُو اهل به هُجن، جن کي ڪنهن حد تائين اهڙي سهوليت موجود هئي، انهن رڳو ٺيش کي اهميت ڏني درويش جو جڏهن وارو اچي.

غوث ڳوٺ ۾ ٻالاپڻ کان جوانيءَ تائين، يعني جيسين ڳوٺ ۾ رهيو ته سندس اٿڻي ويهڻيءَ ۾ عورتاڻو اثر نمايان نظر اچڻ لڳو. تنهن ڪري هو ڳوٺ ۾ ڇوڪرين سان رائل مائل وڌيڪ رهندو هو . هو مرداني جُهمر به خوب هڻي ڄاڻي جا اڄڪلهه ختم ٿيندي وڃي . پوءِ کيس ايتري اهميت هئي جو امام بخش جي ڏيئرن مان ڪنهن کي به لاڙڪاڻي امتحان ڏيڻ لاءِ وڃڻو هوندو هو ته هو پنهنجي پاڻيجن بدران غوث ۾ وڌيڪ پراطمينان هوندو هو ۽ کيس ساڻن گڏجي وڃڻ لاءِ چوندو هو. ڳوٺ ۾ ۽ تر ۾ سندس

گهڻن وٽ اڄ وچ هوندي هئي، ڇاڪاڻ جو سندس والد جي نظر نہ هئڻ، نہ سندس چاچو نہ وڏو مامون نہ ئي هو ڀاءُ جي زور بار ۾ رهندو هو تنهن ڪري پيو تر جي ڳوٺن ۾ ايندو ويندو هو سو هن جي ڏيٽ ويٽ وڏيڪ رهي.
غوث نيٽ ڪراچيءَ ڪهي آيو تيسين هن جا ڪجھ ڳوٺائي جيڏا سرتا ڪراچيءَ جي سنڌي پريس ۾ پيٽ پالڻ جيترين نوڪرين سان اڇي لڳا هئا. هو جڏهن ڪراچي آيو تہ ڪيس چُنگي گڏ ڪرڻ لاءِ منشي گيري ملي ۽ هن اها پنج سال لڳاتار ڪئي ۽ شايد چُنگيون نواز شريف جي حڪومت ۾ ختم ڪيون ويون تہ هو بہ وري واندو ۽ وانڍو رهجي ويو. وري ڪراچيءَ ۾ ڪيس هڪ فيڪٽري ۾ اڪائونٽ سيڪشن ۾ نوڪري ملي جا بہ هن هڪ سال ڪئي، اها بہ نہ ڄاڻ ڪهڙن سببن ڪري ڇڏي آيو ۽ ڪجھ وقت واندو رهيو پر هن مايوس ٿي ڪراچيءَ جي ڳڙ ئي نہ ڇڏي. ان عرصي دوران سندس مختلف علائقن ۾ رهڻ ڪري غفور شاھ ۽ ان جي خاندان وارن سان ڏيٽ ويٽ بہ جڙي ۽ هو رزاق آباد ۾ ڪجھ دوستن سان گڏجي رهڻ لڳو، هتي ڪراچيءَ ۾ س ا س ۾ اچڻ وڃڻ لڳو ۽ غفور شاھ جي صحبت ۾ هن عروض جي ڪجھ ڄاڻ حاصل ڪئي. پوءِ بہ بيروزگاريءَ جي صورت ۾ ڪراچي نہ ڇڏيندو هو جو ڪيس اها پڪ هئي تہ ڪيس روزگار ڪنهن بہ صورت ۾ ملندو تہ ڪراچيءَ ۾ ئي ملندو ورنہ ڳوٺ ۾ هن کي روزگار ملي نہ سگهندو. سندس ڀاءُ کي پوليس ۾ نوڪري تہ ملي وئي هئي پر هن جي شادي بہ ٿي ۽ هو ڀهراڙيءَ جي ماڻهوءَ جان ٻار بہ گنج ٿي هئس تنهن ڪري سندس ڀاءُ سندس پرجهلو بڻجي ئي نہ ٿي سگهيو.
وري هن ڪيترا پيرا سنڌي اخبارن ۾ پروف ريڊر ۽ ڪڏهن سب ايڊيٽر جي نوڪري ڪندو ۽ ڇڏيندو رهيو ان جو سبب ڪهڙو هو يا تہ سندس طبيعت جو قصورهو جو هر ڳالھ تي ڪاوڙجڻ، هر ڪنهن کي دشمن سمجهڻ، ٿوري بہ اڻ بڻت کي وڏو ڄاڻڻ ،ڪڏهن گهٽ هجڻ ۽ ڪڏهن پاڻ کي سيني ڪان ويڪ ڄاڻو سمجهڻ جي ڪري، هن جي ذهن ۾ هڪڙو خلل هو جنهن ڪري ڪيترن ئي دوستن سان ڪيس ڦِٽاٽو پيو. خاص ڪري متن ماڻٿن لاءِ تہ چوندو تہ هو بہ دشمن ۽ هي بہ دشمن .خبر نہ آهي هو دشمن ڇا کي چوندو آهي؟ بهرحال مون سان اڃا سنوت ۾ آهي ۽ نہ ڄاڻ منهنجو وارو ڪڏهن ايندو جو هو مون لاءِ بہ ائين چوندو. مان

سمجهندو آهيان تہ ڪيس ڪو ڪامپليڪس آهي. جنهن جو اظهار بہ ڪري نہ سگهندو آهي ۽ ان آڳ ۾ پرندو ۽ پچرندو رهندو آهي.

نيٺ ڪيس ايجوڪيشن فائونڊيشن ۾ نوڪري ملي تہ اتي ڪيس ڪجهہ چڱا ماڻهو مليا. ڪيس ڪي ٽريننگس بہ ڪرايائون ۽ ڪي ذاتي سمجهاڻيون بہ ڏنائونس. تنهن ڪري هو ڪجهہ ٻڌجي، سنورجي پيو ۽ پوءِ تہ ڪيس سنڌ جي مختلف علائقن گهمڻ جو بہ وجهہ مليو. هن وري هڪ ٻن سالن جي لاءِ آمريڪي امداد مينگروز جا وڻ سمنڊ ڪنٺار تي پوکڻ جي نوڪري ڪئي. ان نوڪريءَ دوران ڪيس ڪراچيءَ کان ٺٽو ۽ بدين جي لاڙ ۾ سمنڊ ڪناري ڪرها ڪاهڻا پيا ۽ هن اتان بہ ڪجهہ پرايو.

وري سنڌ حڪومت پاران ٺاهيل هڪ اين جي او ۾ هن نوڪري ڪئي، جنهن جي معرفت هن سنڌ جا مختلف علائقا ويندي ٿر جي ڪجهہ ڳوٺن جا بہ چڪر ڪاٽيا، ايئن سندس مشاهدي ۾ واڌارو ٿيو. منهنجي ڳوٺ جو هي پيو ماڻهو آهي جنهن بہ انور پيرزادي جيان سرڪاري ڪنهن اين جي او جي ڪم سانگي سنڌ جي مختلف علائقن جي ٻهراڙين جي اوطاقن تي راتيون گذاريون ۽ ڪچهريون ٻڌيون. هن آغا خان يونيورسٽي جي ڪميونٽي هيلٿ سائنس ۾ ملڪ جي 29 ضلعن ۾ کاڌ خوراڪ بابت پڻ هڪ ورهيہ ڪم ڪيو. هو جڏهن کان اين جي اوز ۾ گهڙيو تہ پوءِ هن لاءِ اڃا تائين روزگار جو در بند نہ ٿيو آهي. اين جي اوز ۾ نوڪرين ڪرڻ ۽ لڳاتار نوڪرين ۾ رهڻ سان هن فيض پيرزادي جي پيڻ سان يا علي گل جي ڌيءَ سان شادي رچائي تہ مستقل گلشن حديد ۾ رهڻ لڳو جتي اڃا بہ رهي ٿو.

هتي سندس سٺيون دوستيون جُڙيون، ڪن سان ڦيٽارو بہ ٿيس پر پوءِ بہ هن گلشن حديد نہ ڇڏيو.ان ٿي عرصي دوران هن سنڌي ادبي سنگت گلشن حديد ۾ خاصو حصو ورتو تہ اتي هو سيڪريٽريءَ جي عهدي تي بہ پهتو ۽ نون نون نوجوان اديبن سان بہ سڃاڻ حاصل ڪيائين اتي ئي هو شاعريءَ جي ڪوري ۾ پچندو رهيو نيٺ انهن مڙني دوستن جي همٿائڻ ۽ مالي استحڪام ڪري هن پنهنجي شاعريءَ جو ڪتاب 2010ع ۾ ”چيڪي مٽي“ جي سري سان سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچيءَ پاران ڇپرائي پڌرو ڪيو. جنهن کي ڪافي پذيرائي حاصل ٿي.

مير محمد جنهن ڪنهن به ڳوٺ جي شاعر تي قلم کڻڻ کان نه جاڻ ڇو پئي لهرايو يا ڪيس انهن مان ڪنهن جي شاعري ڇڪ ڪري نه سگهي پر هن غوث جي ڪتاب تي هڪ ڊگهو مضمون لکي به وڌو ۽ اهو ڇپجي به چڪو.ان حوالي سان به هو اسان سڀني کان گوءِ کڻي ويو.

غوث کي شايد اهو احساس ٿيو ته وري نه ڄاڻ ڪڏهن ٻيهر هن جي شاعريءَ کي ڇاپي جو وجهه ملي ان ڪري هن هي هڪڙو ئي ڪتاب پنهنجي خاندان کان وٺي مڙني ڪردارن جي نانءِ ڪي ڇڏيو جن کان هو متاثر آهي.

سندس ڪتاب تي به وڏن اديبن لکيو جن ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين لکيو: "غوث پيرزادي جي خمير ۾ توڙي شاعريءَ ۾ جيڪا چيڪي مٽي آهي، ان ۾ ڪئين رنگ آهن.هن ۾ پابند ۽ نثري شاعري آهي. گهاڙيٽن تي ته نه ڳالهائيندس ڇو ته اهي دماغ جا دليل آهن . جڏهن ته ڪتاب ۾ جا بجاءِ دل جا دليل پکڙيل آهن . درد وڇوڙا آهن، رومانس آهي ۽ رسڻ پرچڻ آهي جن جو پنهنجو ئي گهاڙيٽو هوندو آهي. ڪٿي محبوب سان ملڻ وڇڙڻ جو درد آهي . غوث پيزادي وٽ احساس ڏاڍو سگهارو آهي، البت ٿوري سکيا جي ضرورت آهي."

وري مهاڳ لکندي سنڌ جي جوان سال، جوان خيال،عشق جي چوٽ جو گهرو گهاءُ سيني تي سهي جيئندڙ انور ابڙو "سنڌوءَ جي ڪپ تي ويهي لکيل شاعري" جي عنوان سان غوث لاءِ لکي ٿو: "غوث پيرزادو عشق جي اهڙي پنڌ ۾ هلندڙ قافلي ۾ خاموشيءَ سان شامل ٿي گم ناهي ٿي ويو پر قافلي جتي ڊاہو ڪيو آهي، اتي هو چيڪي مٽيءَ جو تحفو کڻي سيني کي پيش ڪري رهيو آهي. هيءَ مٽي ڏاڍي زرخيز آ ساقي، هن جي شاعريءَ مان نئين دور جو شعور ۽ نوان احساس ته ظاهر ٿين ٿا پر اهو نٿو لڳي ته هن جي شاعري شعوري ڪوشش جو نتيجو آهي هن تي شاعري پيار جيان لٿي آهي ۽ هو رڳو ميزبان بڻيو آهي . غوث پيرزادي جي شاعريءَ جا چٽ رڳو سنڌو درياهه جي اوسي پاسي ناهن پر هو پنهنجن موضوعن کي وسعت ڏيئي سموري سنڌ جا موضوع بڻائي ٿو."

غوث جي شاعريءَ تي گلشن حديد ۾ رهندڙ ۽ سندس پهرين ۽ گهاٽي دوست اياز جاني به "ننڊپڻ جي خوبصورت يار جهڙو شاعر" جي عنوان سان لکندي لکيو آهي: "غوث پيرزادي جي طبيعت ۾ حسن يا جڙاءُ

جي ڪوٺ ضرور آهي پر رائج سماجي قدرن پٽاندر عام رواجي شخص قطعي ناهي. غوث پيرزادي جي نظم ۾ ذهني اذيت جو سبب رڳو اهو ڪونهي پر هن لاءِ زندگيءَ کي اوجهڙ ۾ اڇليندڙ قدرن سان نهي وڃڻ واري صلاحيت اذيت جو سبب بڻجي ٿي. جنهن تي هو سراپا احتجاج بڻجي وڃي ٿو. سندس شاعريءَ ۾ مزاحمتي قوت جو احساس شديد سياويڪ دائري ۾ آهي. غوث پيرزادي جي نثري نظمن، هائيڪن ۽ بيتن ۾ جيتوڻيڪ ڪي چرڪائيندڙ احساس ۽ منظر موجود آهن، جن جو ڇهاءُ نهايت وڻندڙ به آهي پر انهن ۾ اهو اجا تائين دسترس جي منزل ماڻي نه سگهيو آهي. غوث جي رويي ۾ جيڪا دنيا داريءَ جي لحاظ کان اڻپوراڻپ نظر اچي ٿي اها دراصل ان ڪري آهي جو هن ڪڏهن به سماج جي ڏيتي ليتي، اٽي ويٽيءَ ۾ منافقي، موقعي پرستي ۽ مصلحت پسنديءَ مان ڪم نه ورتو آهي.”

سندس ڪتاب تي تنذيرڻ جي ڳوٺائي دوست ۽ امام بخش جي پٽ (امام بخش جو ذڪر اڳ مٿي ڪيل آهي) پرويز پيرزادو به ڪي اکر لکي سندس دوستيءَ جي هام هنئين، هو لکي ٿو: ”غوث پنهنجي ادبي ڪيريئر جي شروعات ڪڏهن ڪئي اهو مون کي ياد ناهي پر جڏهن غوث شاعري شروع ڪئي ته مون کي ڪا به حيرت نه لڳي ڇو ته منهنجي خيال ۾ هر حساس ماڻهوءَ جي اندر ۾ هڪ شاعر موجود هوندو آهي. 1990ع واري ڏهاڪي جي شروعات ۾ جڏهن اسان ٻلهڙيجي سنڌي ادبي سنگت شاخ کي سرگرم ڪيو ته غوث اسان سان گڏ هو. ان وقت اسان سنگت ۾ پيش ٿيندڙ اسمن تي ٻڌل هٿ سان لکيل پرچو ”سُرهاڻ“ ڪيندا هئاسين، جنهن ۾ غوث جي شاعري به هوندي هئي. سندس لکڻيون اثرائتيون ٿين ٿيون. هونءَ هن شاعري وڌيڪ ڪئي آهي پر مون کي سندس نثر وڌيڪ پسند آهي.“سندس هي ڪتاب ”ڇيڪي مٿي“ ٻن صنفن تي يعني غزل ۽ نثري نظم تي ٻڌل آهي، هاڻ اوهان کي سندس شاعريءَ جو نموني پڙهڻ لاءِ پيش ڪريان ٿو.

# غزل

دوستيءَ جي راهہ ۾، سڀ ٿڪ ٻاري هان پيگو،
روح جي تارن پريا ، آڪاس ٻاري هان پيگو.

سادگيءَ جي جام ۾، ڪجھہ زهر پيي پيئندو رهيس،
ڇا ڪيان دل جو پڪي، مان پاڻ ماري هان پيگو.

ڪير ٿو ناسي هوائن جي شهر مان پيو سڏي،
ٿُوهرن جي ديس ۾، مان سڏ هاري هان پيگو.

راهہ ۾ واري وڇيل هئي ۽ جھول ۾ پٿر هئا،
ناوَ پيي ڪمزور هئي،ٻس غوث تاري هان پيگو.

اڪ ڪلي ٿي ڪين ٿي، ڪو ڪيفُ ويو آهي چڙهي،
چنڊ جھڙي سانوريءَ سان رات گهاري هان پيگو.

سهڻي تنهنجي لفظن ۾ هي درد ڪٿان آيو،
روشن روشن چهري ۾ رنگ زرد ڪٿان آيو.

ڪاريون راتيون جاڳي، اڇيون ڪرڻ لڳو آهين،
چوڪرِ تنهنجي اندرِ ۾ هي مرد ڪٿان آيو.

شام لٿي ڪو تنها، ڪوئيءَ منجهہ پيو گهٽجي،
ڪلمڪ ماڻهوءَ ۾ رئندڙ هي فرد ڪٿان آيو.

چاهيندي رستي ۾ پيي تو سان نہ ملان هاڻي،
زندهہ ماڻهوا لهجو تو ۾ سرد ڪٿان آيو.

شايد ڪائي چوٽ لڳي آهي، هن ڳيروءَ کي،
غوث پلا نہ تہ هي، آواراگرد ڪٿان آيو.

تون اچين ٿو ،ساه ۾ جڙ، ساه پئجي ٿو وڃي،
تون ڏسين ٿو روح مان، ڪو راڳ سِرجي ٿو وڃي.

واڪِ واريءَ وات تي، توکي ڏسي احساس ٿيو
هر سچو ماڻهو هتي، آسان وڪجي ٿو وڃي.

چيڪي مٽي چڪ تي هجي، تہ پوءِ هن بانوري،
ڪنير جي ڇهري ۾ مٺا، ڪو چاهہ پرجي ٿو وڃي.

هرڪ جهڙو پل اچو اُجرو هجي پر او پرين!
نيٺ ڪاري ڪات سان ،هي پيار وڍجي ٿو وڃي.

ڪيترا يي سونهن خوشبو سوچ تي ڏاڙا هڻي،
ماڻهپي جي منڍ ۾، ڏاڙيل جهلجي ٿو وڃي.

تنهنجي مرڪڻ جو مون ڪان انداز نہ ٿو وسري،
ڪيئن وساريان دلبر،تنهنجو هي ناز نہ ٿو وسري.

درد جو احساس اندر ۾ پيو ٿو وڌ وجهي،
تو بن ڦٿڪڻ جو جيڪو آ راز نہ ٿو وسري.

سنڌوءَ ڪپ تي هڪڙي پيري،ڪلندي ڪلندي جو
تنهنجي چيڙن چوريو هو، سو ساز نہ ٿو وسري.

ڪانئرتا جي فطرت هوندي،ڪوتا جو ڪيڏو
ماڻهن ۾ تو جو آندو ،هو بياض نہ ٿو وسري.

ايم آر ڊي تحريڪ جي نالي سنڌي ماڻهن،
حقن وٺڻ لئہ ٺاهيو هو، سو محاذ نہ ٿو وسري.

چنڊ جهڙ سان جنگ جوٽي اُپ تي اُيري پيو
پوڳناڻن جو سفر پيي، انت تي پهچي پيو.

ڪيترا تي رنگ بدلي،زندگيءَ جي ڇوڪري،
هو بہ پاڳر ۾ پيري پوءِ، ساهہ ڪي ساهي پيو.

وات تي تالا هڻي، جنهن تي چيو ڇو تا جيئو
سوئي سُوريءَ تي چڙهي، اڄ سانت کي ٽوڙي پيو.

دوستي گم تي وئي آ ؟ مون هوائن کان پڇيو
شهرَ سارو بي رخيءَ جي باهہ ۾ پڄري پيو.

مُرڪ چورائي چپن تان، پوءِ ڏاڍي شور مان،
وقت منهن ۾ ڳُنڍ وجهي مون ڏانهن ٿو گهُوري پيو

وري ايندين تہ وڙھنداسين
وڇڙ جي وقت جڙنداسين.

ڪلي ساري اُڏائين تو
چڏين ڪاوڙ نہ ڇڄنداسين.

ھوائن ڄجو بدن ڪورو
سنڌءَ جا پير ڇھنداسين.

لڳائي چڏ ڪڙو در تي،
ليا ٿي پو بہ رھنداسين.

رنگن جي شھر ۾ رنگي،
چپن سان پاڻ رڪنداسين.

چني محدود حدبنديون،
اسين آزاد اُڏنداسين.

لکي چڏ لوھہ لاھي سيءِ،
گلن جي تور ٽُرنداسين.

# ڪمپروमائيز

سچ چورڻ جي
ڏوهہ هيٺ،
ڀلي تہ منهنجي جيڀ،
ڪاڪڙي وٽان ڀڃي،
سونهن جي ويري،
ڪتن حوالي ڪئي وڃي ها.
ڀل تہ هن تتل ڀونءِ تي،
بسنت رُت جا،
خواب ڏسندڙ
هيءَ بي چين دل،
راتين جي رولاڪ،
ڪنهن ڏاٿڻ واٽان،
چِيرائي وڃي ها،
ڀلي تہ صدين ڪان،
صبح جي انتظار ۾،
پٽيل منهنجي تارن ڪي،
سُئن سان ڪيڏي،
جانبهہ جي ٻن ڀُڙن وچ ۾،
ڏئي ڪين پينو وڃي ها،
منهنجا دوست!
پر تو هن سماج جي،
جڙتو قائدن قانونن سان،
ڪمپرومائيز ڪرڻ جو
مشورو ڏئي،
مون سان بي وفائي ڪئي آهي.

## سنڌو صحرا ۾ تبديل

ڪنهن زماني جي ڳالهه آ،
منهنجي وجود جي واهڻ پرسان،
تنهنجي محبت جو سنڌو درياه وهندو هو.
هڪ پيري هن،
پنهنجي مستيءَ ۾ اچي،
اٿئيهينءَ جي اماس رات جو
سهارو ونندي،
تنهنجي ڳلن جي سهڻي،
۽ منهنجي بي چين،
چپن جي ميهر ڪي به،
پنهنجي موج جو نشانو بڻايو هو.
نتيجي ۾،
روايتن جابند به پڄي پيا هئا.
رسمن ۽ رواج جا،
ڪيترائي ڳوٺ به،
سندس لپيٽ ۾ اچي ويا هئا.
پر پرين ! ان جي مٿان،
جڏهن ڪان تنهنجي بيوفائن جو
ڪالا باغ ڊيم ٺهيو آهي،
من ۾ وهندڙ تنهنجي محبت جو
سنڌو درياهه ڏينهون ڏينهن،
صحرا جي شڪل اختيار ڪندو ٿو وڃي.

# هجوم ۾ گم ٿي ويل دوستي

جنهن جي ٿهڪن مان،
گلاب جا گل ڇڻندا هئا،
سو به اڄ،
لکين ماڻهن جي هجوم ۾،
وڃائجي ويو آهي.
چار شوري جي چرين هوائن جي مُک تي،
ٽوهر ڦٽي پيا آهن.
اڄ جڏهن من جي ڪکائين جهوپڙي
طوفان جي سٽ نہ سهندي
پٽ پئجي وئي آهي.
تہ هو پنهنجي ٻڙ جهڙي  ٻانهن جي ٻدران،
منهنجي ڪنڌ ۾،
وجهي ويو آهي.

# مسرور پيرزادو

هي بہ خوبرو نوجوان 5 مئي 1976ع تي محمد سليمان جي گهر ۾ پيدا ٿيو. سندس والده انور پيرزادي جي نندي ڀيڻ ۽ انور پاران ڏنل تعليم پرايل، ڳوٺ جي انهن نياڻين مان هڪ آهي جيڪي پهريون بہ ماسترياڻيون بڻيون، سندس والد اول هارپو ۽ پوءِ چوپائي مال جو واپاري بڻيو. ڳوٺ ۾ ڪيترن ئي غريب خاندانن کان سندن گهراڻو مچي ماني وارو تہ هو پر اهو خاندان تعليم جي زيور کان وانجهيل رهندو پئي آيو. ان حد تائين جو سليمان پنهنجي مڱ کي نوڪري ڪرائڻ جي حق ۾ بہ نہ هو ۽ انور جي ضد آڏو ڏاڍا وس ڪيائين تہ سندس مڱ نوڪري سا بہ ڳوٺ جي ڇوڪرين جي اسڪول ۾ ماسترياڻي بڻجي، پر چوندا آهن بي وس تي ائين بار ڦٽا ڪيا ۽ آخرڪار ڪيس پنهنجي ڪاروبار ۾ نقصان ٿيو تہ سندن گهر جي گاڏي گيڙڻ لاءِ گهرواريءَ جي پگهار تي ئي هٽ ڪتا.

مسرور سندن ڇهين نمبر پٽاڻو اولاد آهي، سندس وڏو ڀاءُ تہ تعليم حاصل ڪري نہ سگهيو ،نيٺ وچي والدين جي ڪرت سان لڳو پر مسرور هوشيار پار ثابت ٿين ۽ پرائمري ڳوٺ جي اسڪول مان پنج درجا پاس ڪري مئٽرڪ 1990ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڏوڪريءَ مان سٺن نمبرن سان پاس ڪيائين تہ سندس والدين سندس مامن جي سهاري ڪيس حيدر بخش جتوئي سائنس ڪاليج ڏوڪريءَ ۾ انٽر سائنس ۾ داخلا وٺي ڏني ۽ اتي بہ هن پاڻ چڱو موڪيو ۽ نيٺ هو سنڌ ايگريڪلچر يونيورسٽي ٽنڊو ڄام جي وٽرنري ميڊيڪل سائنس DVM ۾ داخل ٿي ويو جتان هن 2001ع ۾ گريجوئيشن ڪئي.

مسرور جيئن تہ خاندان ۽ ڳوٺ جي هوشيار شاگردن مان هو تنهن ڪري سندس مامي انور پاران گهر ۾ آندل ڪي ڪتاب بہ پڙهڻ لڳو ۽ حساس طبيعت، ڀرواڙيءَ جي ماحول، اتر ۾ موهن جو دڙو اوير ۾ سنڌو درياهہ ان جي ٻنهي ڪپرن سان ساوڪ ئي ساوڪ درياهہ ۾ پاڻيءَ جي لاهہ چاڙهہ، پاڻيءَ ۾ تڙڳڻ، ڏائي ٻچي، ٻلهاڙي، ونجهہ وٽي، ڦر ڦر سؤنٽو دٻلي. درياهہ ۾ اک ٻوٽ، لڪ لڪوٽي، هوڏڙي سان راند ۽ ڪڏهن ڪرڪيٽ راند ڪندي، حساسيت ڏانهن مائل طبيعت جو مالڪ بڻجي ويو ۽ هو

مئترڪ ۾ هوندي مان ميٽ ۾ ۽ لڪ چوريءَ ڪنهن نينهن نڪار ۾ ايندي شاعريءَ ڏانهن لڙي پيو. پوءِ هن اها ڳالهه ڏٺي عرصي تائين ڪنهن گناهه جيان ڳوٺ واسين کان لڪائي رکي پر عشق ۽ مشڪ لڪائي نه لڪندا آهن جي مصداق هن ڪاليج يا يونيورسٽيءَ ۾ دوستن، جيڏن سرتن جي رهلي ۾ اچڻ سان وائکي ڪري ڇڏي پر اسان سان ان باري ۾ ڀڙڪ نه ڀاڻيائين. جيتوڻيڪ مون سان هو شيخ اياز جي شاعري، ڪڏهن شاهه لطيف جي شاعري، غالب ۽ فيض احمد فيض متعلق ڳالهيون ڪندو هو ۽ مون کان شيخ اياز جا ڪتاب گهرندو هو. نيٺ هڪ ڏينهن هن پاڻ پنهنجي حجاب جا پردا ڦاڙي ڦٽا ڪيا ۽ مون کي اچي ٻڌايائين ته سندس ڪاليج جا دوست، يونيورسٽي ڇڏڻ کان اڳ سندس شاعريءَ جو ڪتاب چندو ڪري ڇپرائڻ ٿا گهرن. مون کان ڇرڪ نڪري ويو. مون ته ڪڏهن ٻه نه ٻڌو هو ته ڪو مسرور به شاعري ڪندو آهي ۽ نه ئي ڪنهن ماهوار رسالي ۾ سندس شاعري مون کي پڙهڻ لاءِ ملي هئي.

ٽنڊوڄام ۾ رهندي هو حيدرآباد جي اديبن ۾ روشناس ٿي چڪو هو جن ۾ امداد حسيني، سحر امداد ۽ اعجاز منگي نمايان آهن. ممڪن آهي ته انهن ڏينهن ۾

س ا س حيدرآباد ۾ سندس اچ وڃ هجي ۽ ڪجهه جهونن ۽ ڪجهه هڪ جيڏن شاعرن ۽ اديبن سان سندس لاڳاپا جڙيا هجن. نيٺ هو هڪ ڏينهن مون وٽ پنهنجي شاعريءَ جو مجموعو "چانڊني تو سوا نه ٿيندي" نومبر 2001 ۾ ڇپرائي کڻي آيو. مون کان واهه جو لفظ بي ساخته نڪتو ۽ هن جي نوجوان چهري ۽ ڪتاب جي سرورق کي واري واري سان ڏسي رهيو هوس. هو به مون جيان شيخ اياز جي ذهن کي ڏونڌاڙيندڙ شاعري ۾ منهن کان چوٽيءَ تائين جهنجهوڙجي ويو هو ۽ هي ڪتاب جو سرورق يا ٽائٽل شيخ اياز جي ان رومانس ۾ ٻڏل غزل تان کنيو آهي، جيڪو ڪيترن ئي سنڌي راڳين مختلف طريقن سان ڳايو آهي، پر اڄڪلهه منهنجي ڳوٺ جون نوخيز نياڻيون لاڏي طور ڪنهن ادل جي گهر وني وني اچڻ وارن لاڏن سان ڳائينديون ۽ ان جي ٻولن ۽ دهل جي بي ترتيب ٿاڪ تي چيلهه مٽڪائي ڊانس ڪنديون آهن.

**سکي پيا کي ملين ته چئجان، چانڊني تو سواءِ نه ٿيندي،**
**اڃين ته منهنجي اماس ۾ آ، چو ته پي رات ڪا نه ٿيندي.**

سنڌس هي پهريون شعري ڳٽڪو ڪنول پبليڪيشن، قنمبر .لاڙڪاڻو( پر هاڻ قنمبر-شهدادڪوٽ ضلعو بڻجي چڪو آهي.)پاران چيئرمين منير چانڊيو ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي ۽ مسرور لاءِ لکيائين تہ: ”مسرور پيرزادو جنهن جا غزل توڙي نظم موجوده دؤر جي جديد گهرجن ۽ تقاضائن جي بلڪل عين مطابق لهن ٿا، مسرور جا غزل جتي پنهنجي ڀرپور حسناڪين سان ٿيٽار آهن اتي سنڌن نظمن جو وري پنهنجو رنگ ۽ ڍنگ آهي“. هن ڪتاب جو مهاڳ نوجوان نسل جي دانشور اعجاز منگي لکيو آهي، جيڪو بہ مون ۽ مسرور جيان شيخ اياز کي بيحد پسند ڪندڙ آهي. هن مسرور لاءِ هيئن لکيو آهي: ”موهن جي دڙي جي ڀرسان ان رات بہ ڪوتا جي ڪنني تي سرسوتي ۽ ڪاليءَ (ڪالي ماتا) گڏجي امرت جو پيگ شيئر ڪيو هو جنهن رات مسرور جنم ورتو هو. هو هڪ نوجوان شاعر آهي ۽ ڪيس شاعريءَ جي ڪنن رستي تي مهانتا طرف سفر ڪرڻو آهي.“ پر شايد اعجاز منگيءَ کي مسرور اهو نہ ٻڌايو هو تہ مسرور جو جنم روشنين جي شهر ڪراچيءَ جي ليڊي ڊفرن اسپتال جي هڪ ڪمري ۾ ٿيو هو جتي سج جي ڪرڻي کي بہ اچڻ جي اجازت نہ هئي. مسرور جو ٻيو ڪتاب ”سُرُورُ“ جي سرورق سان 2008 ۾ روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو حيدرآباد مان سنڌ جي بهترين جديد شاعر امداد حسينيءَ جي مهاڳ سان ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. يعني سنڌس هي ڪتاب سنڌس پهرين ڪتاب کان ست ورهيہ پوءِ ڇپجي اسان جي هٿن ۽ پڙهندڙن کي مليو. ايئن مسرور، مير محمد پيرزادو ۽ ”استوپا،سنڌو ۽ چنڊ“ ملڪ ، فيض ۽ شاهہ محمد ڪانپوءِ نوجوان شاعر طور ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. هن ڪتاب جي مهاڳ لکندي امداد حسيني مسرور جي لاءِ هيئن لکيو آهي: ”مسرور جي شاعريءَ ۾ نواڻ آهي، هن لتاڙيل موضوعن کي بہ نئين انگ، رنگ سان پيش ڪيو آهي، توڙي جو هن وٽ حسن/ عشق، حيات/ممات، فراق/وصال، وفا/ جفا، بقا/ فنا جو ورن ڪجهہ سرس ئي آهي.“ هن جي ٻنهي ڪتابن ۾ جيڪي سنڌي شاعريءَ جون صنفون سمايل آهن تن ۾ غزل، نظم، بيت ۽ وائي آهي، سنڌس شاعريءَ جي چونڊ ڏجي ٿي، اها ڏسڻ وٽان آهي.ڪتابن مان چونڊ.

# غزل

يار کي ياد ڪر! يار جي ڳالهہ ڪر،
ڪا اجائي نہ ڪر، پيار جي ڳالهہ ڪر.
ڳالهہ جنهن جي سڳنڌون پکيڙي ڇڏي،
گل جهڙي انهيءَ نار جي ڳالهہ ڪر.
اڄ دنيا ٻاهرينءَ جي فڪر کي ڇڏي،
پنهنجي اندر جي فنڪار جي ڳالهہ ڪر.
ڏس اُداسي ڪيئن اچي آ اندر ۾ لٿي،
اڄ تہ پرينءَ جي رخسار جي ڳالهہ ڪر.
ڪنهن عطر جي نہ ڪر، بس رڳو ڳوٺ ۾،
مينهن کان پوءِ مهڪار جي ڳالهہ ڪر.
اڄ گلن آهي ڇيو ڙوئندي گلدان جي،
جنهن تي هٿاسين ،انهيءَ تارِ جي ڳالهہ ڪر.
اي ننڍا آدمي! ڳالهہ تو گهر جي ڪرين،
ڪجهہ وڏو ٿيءُ، ۽ سنسار جي ڳالهہ ڪر.
ظلم ۽ ويڙهہ جي، اڄ ڇڏي سا ڳالهڙي،
چاندنيءَ ۾ ڪوي، پيار جي ڳالهہ ڪر.
وقت آزادگيءَ جو اچڻ وارو تہ آ،
اڄ ڇڏي ڳالهہ ٻي ، دار جي ڳالهہ ڪر.
آ پرين ٿيو پري،ڪيئن هاڻي سري،
شاعري تون تہ اڄ، سهڪار جي ڳالهہ ڪر.

اڄ تنھنجي ئي اڇڻ جي آس آ،
سمنڊ-دريا جيئن ملڻ جي آس آ.

تنھنجي گھر جو در رڳو آ موت ئي،
تنھن ڪري مون کي مرڻ جي آس آ.

نازڪي ھن جي ھٿن جي ھيءَ ڏسي،
اڄ گلن جي ئي چمڻ جي آس آ.

چڙ شڪاريا ڏس پکيءَ کي ڪيتري،
آسمانن تي اڏامڻ جي آس آ.

پُٽ مري ويو شھر ۾ ھوءَ بي خبر،
ماءُ کي ھن جي ورڻ جي آس آ.

پنھنجو نازڪ ساٿ جيڪو پيو ٽٽي،
اڄ بہ مون کي سو ڳنڍڻ جي آس آ.

سانوريا اڄ چيڙ تارون تون ڪٽي،
ساز دل جي کي وڄڻ جي آس آ.

پنهنجي اکيون چوطرف تہ ڏس تون ، حسين نظارا اڃا بہ آهن،
چڱي نظر سان ڏسين گهڙي جي، تہ چاهہ وارا اڃا بہ آهن.

ڪڏهن اکين مان تون مير پنهنجي،ڏسين دنيا ڪڏهن ڪڏهن جي،
هيءَ دنيا سڄي نہ ميري، ڪي صاف سارا اڃا بہ آهن.

اوهان ڪان ناهن شڪايتون ڪي، هلي آ ڪر تون عنايتون ڪي،
اسان جي دل جي ڪشادي گهر جا، ڪليل دُوارا اڃا بہ آهن.

اڃا سويرو گهڻو پري آ، اڃا ڪيڏ نہ تون پاڪرن مان
گذار گذجي گهڙيون جو اُڀ تي، بہ تي ستارا اڃا بہ آهن.

اڃا هلي هاڻ ناوَ آهي، تہ خوف ٻوڙي پيو ٻڏڻ جو
ڪنديون نہ ڪجهہ هي نراس ڇوليون، ڪئي ڪنارا اڃا بہ آهن.

ڇڏي اسان کي وئين جڏهن تون ، تہ سنگ سانوڻ پري ٿو سڏڪا،
ڪري ٿي تو لئہ هوا بہ واڪا، چريا نظارا اڃا بہ آهن

بچڻ سندو آسرو نہ هوڪو ، جڏهن اسان کي ڇڏي ڏنو تو
بچايو آ شاعريءَ اسان کي، حسين سهارا اڃا بہ آهن.

عمر جي تاريءَ تي تون آن گل جواني،
اڳ ڇٽڻ کان جهُول ڪجهہ ۾ جهل جواني.

ڪيترو ئي عشق ڪي تو مان لڪايان،
ها مگر هيءَ تي مچائي هُل جواني.

خوبصورت جي بہ تخليقون تين تيون،
ها، انهن جو پي سبب آ ڪل جواني.

پيار جيءَ ڪي ڏينهن گهاري هو ويو
حسرتن جي هاڻ رڻ ۾ آ رڌل جواني.

عشق ۾ ناڪام تي ڪُومائجين ڇو؟
ڏي سڳنڌون گُل وانگي کُل جواني.

پاڻ هڪڙي شخص لئہ ڇو تي وڃائين،
هير دنيا لاءِ تي تون گهُل جواني.

مان سدا تنهنجي نظر ۾ گم رهيس،
عشق جي گهري بحر ۾ گم رهيس.

منزلن جي سوچ ئي وسري وئي،
عشق جي جو مان سفر ۾ گم رهيس.

ڪاش امون ڪي تون تراشين ها ڪڏهن،
مان هميشهه ئي پٿر ۾ گم رهيس.

پوءِ سڀ ڪي پيار مان ڏسندو رهيس،
پيار جي جڏهين سحر ۾ گم رهيس.

پو دنيا جا اجايا سڀ ڪم لڳا،
جيئن تنهنجي مان اثر ۾ گم رهيس.

پاڻ کي حاصل ڪيان اڄ ڳوٺ ۾،
پاڻ کان پيي مان شهر ۾ گم رهيس.

پنهنجو پاڻُ سڀ سنوارن يار تا،
مان سدا پنهنجي اندر ۾ گم رهيس.

سات ۾ آهيان اوهان سان ساٿيو
ڪير ٿو چئي مان قبر ۾ گم رهيس.

## وائي

تنهنجو يار بدن – آهہ خدا جي شاعري

چانڊوڪيءَ جي رات ۾–پنهنجو هي وطن.
آهہ خدا جي شاعري
ڏس تہ هوا ۾ سرنهن جا۔ فصل پيا جهومن،
آهہ خدا جي شاعري
روز عشق ڏي تا پکي – بي پرواهہ اُڏن.
آهہ خدا جي شاعري
ماڪ گلن کي تي چمي ۔ ۽ تا گل لڏن.
آهہ خدا جي شاعري
شور ڪندي اڄ مينهن ۾۔ ٻار پيا وهنجن.
آهہ خدا جي شاعري
۽ هي منهنجا نيڻ تا – جيڪي ڪجهہ ڏسن.
آهہ خدا جي شاعري

# تاريخ

اسان جي ملڪ جا مالڪ،وري وردي ۽ وارا هن،
اهي جنرل اهي فوجي، پنهنجي مرضي ۽ وارا هن.

لُٽِن ڪائن پيا هي ،پڇڻ وارو بہ ڪونهي ڪو
لُٽن ٽا لج ڏرتي ۽ جي، ڪڇڻ وارو بہ ڪوني ڪو.

انهن امريڪي سازش سان، ڏڪيو آ ديس وارن کي،
وديشي تن ڪتن وانگر، چڪيو آ ديس پنهنجي کي.

انهن فوجين لتاڙيو آ، وطن هي لانگ بُوٽن سان،
گلن سان واسيل سارو چمن هي لانگ بُوٽن سان.

سُڪائي سنڌ ساري ۽ کي،انهن اڳواڻ پيي ماريا،
اسان تي ديس پنهنجي ۾،مسلط ڪيا ڪئي ڏاريا.

جڏهن هي بڻيو .آهي،تہ پاڪستان سان ڇا ٿيو؟
انهي جي شان سان ڇا ٿيو انهي جي مان سان ڇاٿيو

انهن جو توڙيو اوير، جي پاڪستان سان ڇا ٿيو؟
وزيرستان سان ڇا ٿيو؟بلچستان سان ڇا ٿيو؟

اسان جي زندگي گري پئي هيٺي سوالن ۾
انهن وٽ گوليون ڦاهيون، رڳو آهن جوا

# عشق جو اثر

اهو عشق جو ئي تہ اثر آهہ جانان!
جو هستيءَ مان منهنجي رڳ رڳ عشق جي ٿي،
خوشبو اچي ٿي.
اهو تنهنجي سُونهن جو بس اثر آ،
جو دنيا سڄي هاڻ سهڻي لڳي ٿي،
اهو تنهنجي گورين اکين جو اثر آ،
جو مون کي هيءَ دنيا،
اڳي کان گهڻي هاڻ گهري لڳي ٿي.
اهو تنهنجي ئي بس چمڻ جو اثر آ،
جو منهنجي رڳن منجهہ محبت رهي ٿي.
محبت رڳن منجهہ رت جيئن ٻڪي ٿي.
اهو عشق جو ئي اثر آهہ جانان،
جو هاڻي پکين جون پوڪارون پروڙي سگهان ٿو
وڻن جي وڏائي بہ سمجهي سگهان ٿو
گلن جي نزاڪت بہ محسوس ڪيان ٿو
۽ پوپٽ جي مان پيار کي پيي پسان ٿو
هوائن ۾ ڪيئي سنيها ٻڌان ٿو
سمندر جي بيچيني بہ پرکي سگهان ٿو
ڏٺل جو نہ آهي،انهيءَ کي ڏسان ٿو
ٻڌل جو نہ آهي،انهيءَ کي ٻڌان ٿو.
اهو عشق جو ئي اثر آهہ جانان!
جو مان پنهنجي پاران،
دنيا جي بدن تي،
زخم ڪو بہ ٿو اڄ ڏيڻ ڪو نہ چاهيان،
دنيا کي مون تنهنجي ڪري يار چاهيو
۽ هاڻي سڄي هيءَ دنيا منهنجي لئہ پرين آ،
مان هر شيءِ ۾ تنهنجو ئي جلوو ڏسان ٿو
اهو عشق جو ئي اثر آهہ جانان!
تنهنجي عشق جو ئي اثر آهہ جانان.

## عورت پڻو

جنهن بہ شيءِ ۾ حُسن آي،
سونهن آهي،
آهہ سو عورت پڻو.
تنهن ڪري عورت پڻي جو آءٌ عاشق آهيان،
شاعري عورت پڻو آ،
عاشقي عورت پڻو آ،
زندگي عورت پڻو آ،
مامتا عورت پڻو آ،
ها،خدا عورت پڻو آ.
۽ سچي تخليق جو ڪارڻ بہ هي عورت پڻو آ،
هن دنيا جي سڀ نزاڪت،
سڀ عبادت،سڀ راحت،
بس رڳو عورت پڻي جي ئي ڪري آ.
۽ اهو عورت پڻو لازمي ناهي تہ عورت ۾ هجي،
يا اهو عورت پڻو
ڪنهن بہ شيءِ ۾ ٿي سگهي ٿو.

## بيت

جوين رُت ۾ آ نتڙيو، گل جيئن هي بدن،
ڪيئن نہ پوءِ ايڏا مڙن، ماڙهو پوپٽ وانگيان.

چپ چپن تي جيئن تون، زخم ڏئين ٿو ڄڻ،
ڇو جو تون نہ سڄڻ، آهين منهنجو اوپرا

تو جو مُرڪي ٿورڙو ، مون کي ڏنو منڊ،
پو بس هر ڪا منڊ، خوشبو خوشبو ٿي وئي.

سخي شاهہ جمار تي، سُومر واري رات،
وائي شاه لطيف جي، ميهر جي آ وات،
ڇا ۾ آهہ نجات، روڳي روح پڇي پيو.

ڏياتيون ساري ڏيهہ ۾، ڦٽاڪن جي عيد،
دلبر در تي ديد، آهي تنهنجي آس ۾.

هيسيل هيڏي شهر ۾، گوليءَ رات نڪاءُ،
پُٽ جي کٽ خالي ڏسي،ڇرڪ پريو آ ماءُ،
جيءَ لڳس ڪو گهاءُ،ڄڻ گولي هن کي لڳي.

## چؤسُٽا

مينهن منجھ آئون ، توکي ڏسان ٿو پيو
تو منجهان پيو وسي، سُونهن جو مينهن ٿو
مون منجهان ٿو وسي، عشق جو مينهن ٿو
هر طرف مينهن ئي مينهن، مينهن آهي رڳو.

بس درد،درد،رڳو درد آ دلين،
بس لڙڪ، لڙڪ ، رڳو لڙڪ هن اکين.
هي زورآور زلزلو ڇا ڇا ڪري ويو.
بس لاش،لاش، لاش رڳو لاش آ. وَطن.

ماڻهو مارڻ مڙسي ناهي،
ماڻهو ناهڻ مڙسي آهي.
ڪارو آهي ڪهاڙيءَ وارو
محبت واري ڪاري ناهي.

پيار توکي بہ پر ڪيو آھہ مون،
توکي بہ ڪوئي وٺي ويو هوندو.
پيار مان جو ڏنو هو مون تو کي،
هاڻ سو گل تہ ڇٽي ويو هوندو.

# رحمت الله ثاني

رحمت الله ولد مير محمد ولد فقير رحمت الله اول، سن 1978ع جي فيبروي مهيني جي پهرين تاريخ سڪرنڊ ۾ جنم ورتو. مون لاءِ اها ڳالهه به آڌو آئي ته مان ڪيس ڳوٺ حاجي لعل بخش شيخ (نئين پلهڙيجي) ۾ شماريان يا سڪرنڊ ۾. سندس جنم سڪرنڊ ۾ ان لاءِ ٿيو جو سندس والد مير محمد نوڪريءَ سانگي سڪرنڊ ويو ته اتي جو ٿي ويو. جيئن اسين به نوڪريءَ سانگي ڪراچيءَ ۾ سڪونت پذير ٿي ويا آهيون پر اسان اجا تائين ڳوٺ سان ڪو تعلق ختم نه ڪيو آهي پر مير محمد گهڻو تڻو ختم ڪري چڪو آهي . تنهن هوندي به رحمت الله جي ننڍي هوندي هو ڪنهن نه ڪنهن بهاني ڳوٺ ايندو رهيو آهي. رحمت الله منهنجو نياڻو ۽ ياڻيو به ٿئي. سندس ٻاراڻي وهي ته صحيح معنيٰ ۾ سڪرنڊ جي ايگريڪلچر فارم تي گذري ۽ سڪرنڊ شهر ۾ ئي هن تعليم پرائي، پرائمري ۽ مئٽرڪ سڪرنڊ هاءِ اسڪول مان 1993ع ۾ انٽر سائنس به سڪرنڊ ڪاليج مان 1995ع ۾ پاس ڪري هو به سنڌ ايگريڪلچر يونيورسٽي ٽنڊوڄام ۾ ايگريڪلچر انجنيئرنگ ۾ داخل ٿي ويو. اتان 2003ع بي ايس سي ايگريڪلچرل انجنيئرنگ ۾ پاس ٿي نڪتو. سندس دوستيون سڪرنڊ جي جيڏن سان جڙيون. حقيقت ۾ رحمت الله کي فيض الله جيان مير محمد جي ادبي دوستن سان صحبت ۾ ويهڻ، انهن جون ادب ۽ سياست تي ڪچهريون ڪرڻ، مير محمد وٽ ڪتابن جو ذخيرو هجڻ ۽ ان جي مطالعي سان دلچسپي ۽ ڪلاسيڪل راڳ سان لڳاءَ، هن کي شاعريءَ طرف مائل ڪيو. يا ڪيس وراثت ڪا چڪ ڪئي يا سندس ڏاڏي جي نالي جي ڪا تيهين لڄ لڳس يا ڪيس والد جي خمير مان ڪو حصو پتي مليو ۽ هن 1995ع ۾ يعني 17 ورهين جي الهڙ ۽ چنچل عمر ۾ شاعري، حسن، محبت سان مڪا ميلو ڪيو ۽ هو به ماٺ ميٺ ۾ شاعري ڪرڻ لڳو. ڇا لکان ته اسان جي خاندان تي شاعريءَ جي پريءَ جو ڪو پاڇو پيل آهي يا ڪا قدرتي ڏات ڏنل آهي، يا ڪو طبيعت جي حساسيت آهي، جو اسان اڪثر شاعريءَ کان ئي شروعات ٿا ڪريون. هونءَ اها به ڳالهه ناهي ته اسان ڪنهن به ڪو نثر تي نه لکيو آهي، ايئن ناهي رحمت الله ثانيءَ به نثراڻي

ادب جي لحاظ کان ڪهاڻيون ۽ مضمون پڙ لڳيا آهن. جيڪي مختلف رسالن ۽ اخبارن جي صفحن جو سينگار بڻيا آهن . اسان مڙئي مضمون نگار ۽ ڪهاڻيڪار بہ آهيون. اهو ئي سبب هو جو مون اول پنهنجي ڪهاڻين جو ڪتاب "سيئي جوين ڏينهن" ڇپرايو هو جيئڻ اها ڳالهہ اسان پيرزادن تي مخصوص نہ تي وجي تہ اسان فقط شاعري ئي ڪري سگهيا آهيون، ايئن رحمت الله پڻ.

رحمت الله سڪرنڊ ۾ رهندي اتي س ا س سڪرنڊ شاخ جو بہ پيرا سيڪريٽري بڻيو ان لحاظ کان هن ڪيترن نوجوانن ۽ جهونن اديبن سان چاڻ سڃاڻ بہ وڌائي ۽ اتي هن ڪيترن ئي دوستن تي مختلف وقتن تي مقالا بہ لکيا ۽ انجنيئر ٿيڻ کانپوءِ هن بہ پنهنجي والد جيان سنڌي ادب ۾ ايم اي فرسٽ ڪلاس ۾ 2009ع ۾ شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي مان پاس ڪئي. سڪرنڊ ۾ رهندي ۽ نوڪريءَ دوران حيدرآباد ۾ رهندي هو ڪجهہ ادبي رسالن سان لاڳاپيل رهيو ۽ ڪراچيءَ ۾ رهندي آواز ٽي وي ۽ ڪي ٽي اين تي پڻ پروگرام ڪندو رهيو آهي.

رحمت الله سڪرنڊ ۾ رهندي دوستن جي گهيري ۾ شاعريءَ کي گهارن کان بچائيندو هڪ درياهہ يعني هڪ ڪتاب 2005ع ۾ "ڪليسا جي دريءَ مان" ڇپرائي پڌرو ڪيو هن پنهجي ڪتاب تي مهاڳ ڪنهن بہ هڪڙي اديب يا ڏاهي کان لکرائڻ بدران پنهنجي اوس پاس جي ڪجهہ سينئر ۽ ڪجهہ جيڏن کان مختلف صنفن تي لکرايائين . سندس دوهن جي شاعريءَ تي ماڻڪ ملاح لکيو: "رحمت الله جا دوها بہ اُڏرندڙ نيرڳيءَ جا پَرَ آهن جنهن تي رنگن جون آرسيون چڙ تہ اکيون آهن، دل لڳيءَ جا هي دوها ڪنهن نازنين جا جاڙا پرون بہ آهن تہ گرم گرم چپ پڻ".

دوها تہ اصل ۾ هند-سنڌ جي شاعريءَ جي اها ڳُهني صنف آهي، جنهن سان دنيا ۾ شاعريءَ جي شروعات ٿي آهي . انهن ڳُهنين صنفن تي ڪي ٿورا ئي شاعر قلم کڻندا آهن پر رحمت الله جيئن تہ ڪلاسيڪي موسيقيءَ کي نہ صرف پاڻ پسند ڪندو آهي پر راڳڻين کي بہ ڪنهن حد تائين سمجهندو آهي . سندس عمر جا نوجوان جيڪي هندستاني فلمن جي جنسي هيجان ۾ ٻُڏل گانا ڳائي دل وندرائيندا آهن، انهن ۾ رحمت الله ڪلاسيڪل راڳ جي رمزن، لاهن ۽ چاڙهن، سرن ۽ سازن کان ايترو متاثر ٿيو جو لکي ٿو تہ: "ڪلاسيڪل موسيقي ٻڌڻ جيئن

تہ منهجي پيءُ جو دلچسپ، مشغلو هئي، ان ڪري آءٌ بہ آهستي آهستي ان رنگ ۾ رنگجي ويس. تنهن چار يونيورسٽي ۾ هاسٽل جي ڪشادن ڪمرن ۾ جتان چانڊوڪي دريءَ مان ايئن ايندي هئي، ڄڻ گلن جي خوشبو جا ڦوهارا برسي رهيا هجن، آئون ڪاپيون پريندو رهيس ۽ انهن جا الفابيٽ بابا درست ڪندو هو." هن جي گهر ۾ پورو ڪيٽ ڪلاسيڪل موسيقيءَ جي آڊيو ڪئسٽس سان پريل آهي.

سندس بيتن تي نواب شاهہ جي سريلي جوان سال شاعر وسيم لکيو آهي تہ: "رحمت الله پيرزادي جي بيت جو ايندڙ وقت يقين وڏيڪ سهڻو بہ هوندو ۽ سگهارو بہ ڪافي حد تائين هن بيت جي گهاڙيٽي ۽ گهاڙيٽي جي جُزن کي سمجهي ورتو آهي." ڪلاسيڪي موسيقيءَ ۾ ئي بيت، دوهي ۽ سورٺي جي اهميت ڏيندي آهي، ورنہ فلمي دنيا ۾ تہ فقط غزل جي گائڪي ڪامياب رهي آهي.

سندس وائيءَ جي صنف تي بخشل باغي لکيو تہ: "رحمت الله جي شاعراڻي اڻپروچ آهي جو وائيءَ جهڙي ڪلاسيڪل صنف ۾ پنهنجي دور جا رنگ پري ٿو."

سندس گيت جي شاعريءَ تي هن وقت جي ڄاتل شاعر تاج جويو لکيو تہ: "جڏهن رحمت الله پيرزادي جي سمورن گيتن جو سرسري مطالعو ڪيو تہ مون کي اهي ڪشنچند بيوس کان مير محمد پيرزادي تائين جو نہ رڳو سهڻو تسلسل لڳا پر نين تشبيهن جي مالهائن ۾ پوبل اهڙا هار محسوس ٿيا جيڪي ڪنهن جوين ونت آڇٽ پرينءَ جي ڳچيءَ ۾ پائڻ لاءِ آتا هجن."

غزل لاءِ چوندا آهن تہ: "قاتل صنف آهي" پر اسان جي هر نئين کان نئين لکندڙ شاعر بہ غزل سرجيا آهن. خاص ڪري اهو شاعر جنهن جي ذهن ۾ حسن، محبت، وابسطگي، موسيقي ۽ اک کي منظر جهڙڻ جي سگهہ وڏيڪ هوندي، اهو غزل سان نباهہ ڪري سگهندو ورنہ اسان وٽ غزل جا شهنشاهہ شاعر موجود آهن. رحمت الله جي هن ڪتاب ۾ غزل تي ساحر راهوءَ ڪجهہ هيئن لکيو: "رحمت الله جي غزلن جي لفظن جو سفر هر سنو پڙهاڪو پڙهي پنهنجو تڪ لاهي سگهي ٿو. رحمت الله جي غزل جو گل ان گل وانگي ناهي جنهن کي رڳو هڪ موسم ڏيندي آهي. اها بہ ڪجهہ وقت لاءِ."

سندس نظم تي نماڻو سنڌيءَ لکيو: ”رحمت الله پيرزادو جنهن پنهنجي احساسن ۽ جذبن کي بين تائين پهچائڻ لاءِ نظم جي چونڊ ڪئي آهي، اهي بامقصد، درد جي ڪيفيتن مان گذرندڙ هڪ اڻکٽ سلسلي جيان روح ۾ لهي ٿا وڃن.“

سندس ٽيڙوءَ جي صنف تي فياض چنڊ ڪليري، جيڪو ڪائنٽس عمر جي لحاظ ۽ شاعريءَ جي لحاظ کان وڏو آهي ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ چڱو مقام ٿو رکي، تنهن لکيو ته: ”جڏهن اسين رحمت جي هن معصوم خواهش جو جائزو وٺون ٿا تڏهن فلسفي، نفسيات ۽ علم جون سڀ تشبيهون ۽ تنقيدون هوا ۾ جهليل سگريٽ جي دونهين جي ڇلي کان به حقير محسوس ٿين ٿيون.“

يعني رحمت الله جن شاعراڻين صنفن تي لکيو آهي اهي آهن، دوها، بيت، وائي، گيت، غزل، نظم ۽ ٽيڙو. سندس ڪتاب تي آخر ۾ راءِ ڏيندي معشوق ڏاريجو لکيو ته: ”رحمت الله پيرزادي نه رڳو گيت، غزل، نظم، بيت ۽ وائيءَ جهڙيون صنفون تخليق ڪري پنهنجو مَن ٻرپايو (وندرايو) آهي پر هن اهڙي شاعري تخليق ڪري پنهنجي ٻوليءَ جي جهوليءَ ۾ هيرن جواهرن جي اوت ۽ اضافو پڻ ڪيو آهي.“

سندس ٻيو ڪتاب ”ڪينڊل لائيٽ“ 2009ع ۾ سپ پبليڪيشن نواب شاهه پاران ڇپرايو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ سندس صرف هڪ صنف نثري نظم ڇپيل آهن . هن ڪتاب جو مهاڳ ارشاد ڪاظمي نالي ڪنهن ڪراچيءَ جي دوست لکيو آهي . هو لکي ٿو ته: ر”حمت جا نظم ”سولو پلي“، ”ڏک“ ۽ ٻيا نظم خوبصورت آهن، اهو درد جيڪو شاعر سنو آهي ”عدم جي انتها“ به خوبصورت آهي. رحمت پيرزادي جا نثري نظم ”بليڪ ۽ وائيٽ“ ۽ رنگين پينٽنگز يا فوٽو گرافس وانگر آهن، سندس منظر نگاري خاص طور تي موهيندڙ آهي.“

## بيت

مون ۾ تنهنجي موهه جا، ڦٽا ايئن گلاب،
روح منجهاران روپ جا، وڄن روز رباب،
منهنجا سيئي خواب،تنهنجي خوشبو ٿي ويا.

ڪيسين ڪاهيندين، تارن کي آهين پڳو
يا پوءِ تنهنجي ڏيان ۾، ڪاهڻ آهه رڳو
چنو تو تہ چُڳو ڪتين جي ڪنمال جو .

جاڻن ڪاهوڙين کي ، هي صحرا جا سَپ،
ڳاڙها جن جا وات ٿيا، چڙهه ليارن جي لَپ،
ڏند انهن جا ڪپ، چني ڪن ٿا چيتيون.

جوين منجهه جڙاءُ، ڏسي سَنڌ سُڪي ويا،
اڃي لڳو ايئن اوچتو اڄ آهي اُتر واءُ
اهڙو مون کي ساءُ، تنهنجي ساهن مان مليو.

ڇَتا تن تي چانڊ پب جنهين جا بي ڏيا،
ڪتيون تن سان لهن، پوپاڙيءَ جو لانڊ
جن وڃائيا نانڊ ناتا جوڙيا نانهہ سان.

# وائي

تون بہ ان کي ڏي چڏي،
مان بہ ان کي تو چڏيان،
ڳالھ جا اڌ ۾ رهي.
ڏُر ڇَق جي ڇانءَ ۾،
تون آءَ، مان پکڙا اڏيان.
ڳالھ جا اڌ ۾ رهي.
چنڊ جي تصوير ۾،
آءَ ڪنهنکي پيو سڏيان.
ڳالھ جا اڌ ۾ رهي.
ننڊ جا ڌاڳا نهوڙي،
تو ڳقائن سان ڳڏيان.
ڳالھ جا اڌ ۾ رهي.
روح تي رسوا ويو آ،
لُوءِ مان جيڪر لڏيان.
ڳالھ جا اڌ ۾ رهي.

# وائي

پنهنجي تون جڳ ڏي،
ويندين نيٺ لڏي.
هاءِ پرين پرديس جا.
ڪيڏا خواب پلي
تو ۾ عشق اڏي.
هاءِ پرين پرديس جا.
جيسين ساهہ چڏي،
تيسين ساٿ تہ ڏي.
هاءِ پرين پرديس جا.
ايندس پيار پنڻ،
تنهنجي آءٌ تڏي.
هاءِ پرين پرديس جا.
ساريا جوين ڏينهڙا،
منهنجي جيءَ جڏي.
هاءِ پرين پرديس جا.

# وائي

ڪالهہ بہ جوڳي آيا ماءِ،
سازاسان کي ساڙي ويا.
رمتا جوڳي بنسيءَ تي ايئن،
تن جي پيڙا تون تہ نہ ڳاءِ.
سازاسان کي ساڙي ويا.
واريءَ تي وسڪار اچي ويو
ڪرڻ تون پنهنجا خيما لاهہ.
سازاسان کي ساڙي ويا.
ڏُور افق ان ديد ملي آ،
هاڻ هلڻ جا سانگ سجاءِ.
سازاسان کي ساڙي ويا.
جهُونا ڳَڙهہ تہ جهري ويو
روئندو ايندو راءِ.
سازاسان کي ساڙي ويا.

## وحدت جي منزل

آئون،رُج جي اکين مان،
تنهنجي حسن کي
ڏسي رهيو آهيان،
۽ تنهنجي سُونهن،
خوشبو جيان،
پنهنجي وجود کان،
هٿ ڇڏائي ڊوڙندي ڊوڙندي تي وڃي،
خبر ناهي،
تہ منهنجي وحشت جي،
ڪهڙي منزل آهي،
۽ تنهنجي سُونهن جو
ڪهڙو ڪاٿو آهي.

## تنهنجي اکين جي نوگوايريا ۾

تنهنجي اکين جي نوگوايريا ۾،
منهنجي يادن جي ڪبوترن جا سپنا،
وقت جي وڏن مسيحائن ڪي،
بي وسيءَ جو زهر پياري ٽا وجن.
منهنجو پيار!
لفظن جي پارسائيءَ ۾ مقيد هوندي،
بي رخو ٿي ويو آ،
ڪير چوندو تہ تنهنجي مُرڪ جا جهرڻا،
منهنجي ڏيان جي سرحدن کان ٻاهر آهن،
ڪير چوندو تہ تنهنجون هي پنل اکيون،
منهنجي گيان جي حدن ۾ نہ رهيون آهن.
ڪير چوندو تہ منهنجو هر پل،
تسبيح جي داڻن جيان آهستي آهستي،
تنهنجي تصور کان سوا،
سِرڪي رهيو آ.
منهنجي محبت تنهنجي پهڻ جهڙي دل کي،
سيرا ڪري ڇڏيو آهي.
۽ خواب تنهنجي اکين جي،
گهرائين مان اُڪري،
رنگين گلن جيان ڦٽي پيا آهن.

# مُرڪ

هي چپ آهن يا ڪچيون مڪڙيون،
هي شرارتي نيڻ آهن يا جوئر جي ڪيت ۾
اڻٽيهينءَ جي اونداهيءَ ۾ ڪڙڪبيتا!
تون هزار سڪين مان ڪيڏي پڌري آهين،
تنهنجي پيار جو پنهنجو ڍنگ آهي،
تون چير جي چريائي آهين،
تون بئنسريءَ جو سُر آهين،
تون سمنڊ جي پڪيءَ جو اهو نغمو آهين
جنهن ۾ سمنڊ جي گهرائي،
۽ اٿاهه ڇولين جا اُمنگ آهن،
مون کي تنهنجي محبوب ٿيڻ تي فخر حاصل آهي!
مون کي ڪائنات ۾ ڪجهه ٻيو نه کپي،
مون کي تنهنجي مُرڪ کپي،
جا ڪؤثر جي سُرڪ کان هزار ڀيرا سُٺي آهي.

# ڪينڊل لائيٽ

ميڻ بتيءَ جي روشنيءَ ۾،
هن جو مُک اجا معطر،
اجا معصوم لڳي رهيو آهي.
هوءَ جيڪا اڳ ئي ڏاڍي معصوم،
۽ ڏاڍي حسين آهي.
هڪ ڏگهي ڪرسيءَ تي،
عجيب نموني ننڊ پئي آ.
۽ هن جي ڇاتيءَ سان،لڳل،
نظمن جو ڪتاب آهي،
اهو سمورو منظر،
هن حسين ڇوڪريءَ جي خواب ڪان،
وڌ حسين خواب لڳي رهيو آ.

## تون تہ اهو ڪو نہ ڏٺو آهي

هن وڏي شهر جي،
گندي پاڙي ۾ هيءُ هوٽل آهي!
تو تہ اهو ڪو نہ ڏٺو آهي.
هن هوٽل جي پنيان،
هڪ اڌ پڳل ڪمرو آهي،
۽ ان ڪمري ۾ جيڪي ميريون رلهيون آهن،
انهن تي هو صبح جو اچي سمهندو آهي.
۽ رات جو اتي بيراگيري ڪندو آهي.
ڏينهن جو هوٽل جون سڀ پليون،
هنجي بستري جو طواف ڪنديون آهن.
هو هن شهر ۾ ڪمائڻ آيو آهي،
هي هڪ وڏو شهر آهي،
هو جڏهن رات جو اُتي ويندو آهي،
تہ ڪو بہ خواب پاڻ سان لهي ڪٽي ويندو آهي.
پر تو تہ ڪڏهن بہ اهو ڪو نہ ڏٺو آهي.

## ڪلفٽن ۾ ڪرفيو

پيلي نيڪر سان،
ٻار گئلريءَ ۾،
وڏي رنگين بال سان،
راند ڪيڏي رهيو آ،
۽ سياري جي اُس جا ڪرڻا،
هن جي اکين کي هر هر،
تنگ ڪري رهيا آهن.
سلوادور جي حسين عورت،
ڪلفٽن تان ناريل وٺي رهي آ،
غير معمولي رش ۾،
سڀ ماڻهو ڪم ڪار ۾ رُڌل آهن،
ڇو تہ ڪرفيو ۾ باقي،
سوا ڪلاڪ آهي،
۽ هڪ چيني جوڙو ناسي در تي،
هڪ ٻئي کي چمي ڏئي
موڪلائي رهيو آ.

# غلام حسن سائل

نئين ٽهي مان ان ٽهيءَ کي ٽو چوان جيڪا دراصل فيض ۽ غوث کان ٻه پوءِ جو آهي، عمر جي لحاظ کان ٿي ٽهي ڳڻبي آهي. تنهن ڪري غلام حسن سائل ولد هادي بخش ولد علي محمد ٻه حقيقت ۾ رحمت الله جيان سڪرنڊ ۾ 14 اپريل 1978ع تي پيدا ٿيو سندس تعليم ۽ تربيت، ٻاراڻي وهي سڪرنڊ جي انسٽيٽيوٽ آف ويٽ جي ڪالونيءَ ۾ وڏين، جهونين، ڇانءَ دار نمن ۽ چوطرف فصل، ساوڪ ۽ سونڌي سونڌي نمن جي ٻور جي خوشبوءِ ساهه سان اندر ۾ اوتيندي، ٻانبڙا پائي، پنڌڙو ڪري نيٺ هو پرائمريءَ ۾ پهتو غلام حسن سان هڪڙو عجيب قسم جو الميو اهو رهيو جو هن والد جي شفقت ڏٺي ئي ڪا نه اها ٻه ڳالهه ڪانهي ته ڪو سندس پيدا ٿيڻ سان سندس والد هي جهان ڇڏي ويو هجي، پر هو سڪرنڊ شهر ۾ نه هو باقي دنيا ۾ نه صرف ان وقت هو پر اڄ ٻه قيدِ حيات ۾ آهي. سندس والد هن جي والده سان اختلاف هئڻ ڪري، پيدا ٻه مامي جي گهر ۾ ٿيو سندس سنڀاليندڙ ٻه سندس مامو هيو ۽ سندس مامو هيو مير محمد، مير محمد جي ڀيڻ هادي بخش جي گهر ۾ هادي بخش جي ڀيڻ مير محمد جي گهر ۾ هئي، تنهن هوندي ٻه عورت جي هوڏ ۽ هاديءَ جي انانيت هڪ ٻئي کان دوريءَ جو سبب بڻجي پيو پر انهن ٻنهي اها ڳالهه ٻنهه نه سوچي ته ٻارن جو ڇا ٿيندو ۽ اهي والد جي غير موجودگيءَ کي ڪيئن ڏسندا، تنهن هوندي ٻه هادي والد وارو شفقت جو هٿ پنهنجي اولاد تيٰ رکي نه سگهيو پر مير محمد ڀيڻ جي ڪري ڪين پاڻ وٽ رهايو ڪين پڙهايو ۽ مٽترڪ ٻه غلام حسن سڪرنڊ مان ئي ڪئي ۽ هن کي ٻه اوس پاس ۾ ساڳيو ماحول ئي مليو جيڪو رحمت الله ثانيءَ کي سڪرنڊ ۾ مليو ۽ هن وري 1992ع ۾ يعني 14 ورهين جي عمر ۾ شاعريءَ جي ميدان ۾ پير پاتو. هو ان ننڍي وهيءَ ۾ ئي سڪرنڊ جي سونا سونا سنگ ڪٽڪ جا اپائيندڙ ڌرتي پاڻ مان شاعرن جي ٻه جڻ پوک پچائيندي رهي آهي ۽ ان شاعريءَ لاءِ زرخيز زمين غلام حسن جي اندر شاعريءَ جا سونا سونا سلا نسيرڻ شروع ڪيا. هو س ا س سڪرنڊ جو نوخيز ميمبر بڻجي ويو ۽ اتي پنهنجي ٻاراڻي وهيءَ واري شاعري پنهنجي والد يا مامي جي عمر وارن اديبن جي آڏو تنقيد جي

لاءِ پيش ڪندو رهيو ۽ انهن جي تنقيد مان پنهنجي شاعريءَ جي پوک کي ريج ڏيندو ۽ آبياري ڪندو رهيو.

نيٺ کيس مئٽرڪ ڪانپوءِ اتي ئي سڪرنڊ ۾ وٽيرنري يا لائيو اسٽاڪ ڪاليج مان ڊپلوما ڪيائين ۽ هاڻ اتي روزگار سان به لڳي چڪو آهي. هتي هيءَ ڳالهه به پڌائيندو هلان ته هادي بخش به شاعر آهي پر سنڌس به اها بدقسمتي، عام ڪيترن ئي شاعرن جيان آهي جو سنڌس شاعريءَ جو ڪو ڪتاب ڇپجي نه سگهيو آهي. اها بدقسمتي منهنجي ڳوٺ جي کوڙ ساترن شاعرن جي آهي، جن مان ڪيترا ته رسالن ۾ به ڇپجي نه سگهيا آهن. ان جو سبب هنن جي ڇپجڻ سان عدم دلچسپي چئي ٿو سگهجي. هادي بخش به منهنجي چاچي رحمت الله جو نياٽو ٿئي، ان ڪري منهنجو سئوٽ ۽ مير محمد جو پيٽيوپو ٿيو.

غلام حسن جي والد هادي بخش کان اڳ سنڌس ڪٽنب ۾ ڪو شاعر نه هو پر هاديءَ کان پوءِ غلام حسن شاعري ڪرڻ شروع ڪئي ۽ هو اڄ سوڌو ان سان باوفا سريت جيان نباهيندو پيو اچي . سنڌس اهڙي لڳاءَ کي ڏسي س ا س سڪرنڊ وارن کيس سڪرنڊ چار پيرا سيڪريٽري بڻايو سائل نه صرف شاعري لکي ٿو پر نثري ادب تي به لکڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪيائين، هن ڪجهه ڪهاڻيون ۽ ڪجهه مضمون مقالا پڻ لکيا آهن. سنڌس شاعريءَ جو مجموعو "سمنڊ ڪناري ڪوڏ" ڊسمبر 2005ع ۾ مسيحا پبليڪيشن، سڪرنڊ وارن ان علائقي جي پلي شاعر فياض چنڊ ڪليريءَ جي مهاڳ، "ساڌ ٻيلي جي خاموشي ڪجهه ڳالهائي ٿي" جي سري سان ڇاپي پڌرو ڪيو. هن سنڌس مجموعي ۾ غزل، گيت، بيت، وائيون، آزاد نظم، نثري نظم ۽ ترائيل آيل آهن. هن ڪتاب جو پبلشر ثناءُ الله خاصخيلي لکي ٿو ته: "سائل پيرزادو نه فقط فطري تخيلقڪار آهي، مگر هڪ انتهائي حساس طبيعت ماڻهو به آهي .هو جيئن پنهنجي تخليق ۾ کرو ۽ سچو آهي، تيئن هن کي عام زندگيءَ ۾ به تخليق جي پارس مٽي ڇهي سون بڻائي ڇڏيو آهي."

سنڌس ڪتاب جو مهاڳ لکندي فياض چنڊ ڪليري نه ڇاڻ ڪهڙين گوناگون عميق جي ٽبين ۾ پٽجي ويو آهي، سائل لاءِ هيئن ٿو لکي ته: "سائل جي شاعري پڙهندي منهنجي ذهن ۾ شاعري، آرٽ، فنون لطيفه جي حوالي سان انيڪ سوال اپرندا رهيا آهن ۽ سائل جي شاعريءَ جي

پسمنظر ۾ لڙهندي مون تاريخ، ادب، مذهب ۾ هڪ طويل تپي هنئين. آهي، سائل بنيادي طور پيار، عشق ۽ رومانس جو شاعر آهي جيتوڻيڪ سندس شاعري اچا پنهنجي ارتقائي سفر ۾ آهي. سائل اچا خوابن جي ڇهاءَ، اوسيئڙي جي رنگين پوپٽن جي اڏارن، اڪيلائين جي طويل مسافتن، ڪنهن بسنتي گلاب جهڙي محبوبا جي انگ انگ جي واس ۾ حسرت ۾ رهجي ويل ڪجهه چمين، ڪجهه ٿهڪن، ڪجهه مُرڪن جو تمنائي آهي."

سائل لاءِ سنڌ جي البيلي شاعر اياز گل جيڪو پاڻ غزل جو شاعر آهي ڪتاب جي پوئين پني تي هيئن قلم ٿو هلائي تہ: "سائل گيت، وايون، غزل ۽ هر صنفن سان هن لظن جي راند رهي آهي پر هن جو غزل ۾ تخليقي اظهار وڌيڪ سگهارو، سهڻو ۽ سيبتاٿپ وارو آهي. سائل کي سنو لکڻ کان ڪير بہ روڪي نہ ٿو سگهي."

مون کي رحمت ۽ سائل کي پنهنجي ڳوٺائين سان ڳنڍڻ بہ عجيب پيو لڳي، ڇاڪاڻ جو هنن ٻال جتيءَ جان جوانيءَ تائين اچا اڄ تائين اسان جي اِن ڳوٺڙي، جنهن ۾ ڪانئين جون ڪنڌيون، ڪامون پيل چنون، لوڙها ڏنل اڱڻ، اڱڻ تي اونهاري جي راتين جو ستارا ۽ چنڊ، ٿاڪ منجهند جو سگريون ميڙي اچي اکري مهريءَ سان ڪتي منائي ملائي ڦڪ نہ هنيا آهن، جن نتهڻ ۾ ڏوڪريءَ کان مهين جي دڙي ۽ پوءِ ڳوٺ تائين گوڏي جيڏي ڊاپ مان ور ڪٽي پگهر ڳاڙيندي پنڌ نہ ڪيو آهي، جن گُهٽ ۽ ٻوسٽ ۾ آءَ ڏکڻ ڏيهي، پنيج ميڙن جي پيهي نہ ڳايو هجي، جن جهنگ مان ڪانئيون ڪري اچي سرديءَ ۾ چلهہ تي ويهي هٽ سيڪي ڇانورن جي ماني اڱرن تي سيڪي ۽ سرنهن جو پا پليءَ جي ساڳ سان نہ کاڌو هجي. سانوڻيءَ جو جهلي بند جي پاڙ ۾ ٽيل ڪامن ۾ درياهہ جي وهندڙين ڪري پرجي وڃڻ کان پوءِ ڏاڻي ٻُچيءَ جي پروڙ ۾ تڙڳڻ جو ساءُ نہ ورتل هجي، جنهن بمبر تي ڏکي ڏکر، ونجهہ وٽي، ڪوڏي ڪوڏي، گهپ گهوڙي راند نہ کيڏي هجي، ان لاءِ ڳوٺائي لکڻ تي هيڪ ضرور تي محسوس ٿئيمر. هنن ٻنهي لاءِ دوستن موهن جي دڙي جي مٽيءَ جي خمير مان پيدا ٿيڻ لکيو آهي، هنن جي تہ اور بہ الائي ڪتي پوريل آهي يا اها ڪتن ٻلن جو ڪاڄ ٻٽي آهي.هنن کي مان ڳوٺ حاجي لعل بخش (نئين ٻلهڙيجيءَ) جو لکان يا اها غلطي ٿو ڪريان يا مان سڪرنڊ کان بہ شاعريءَ زوريءَ جهٽ هٽي، ڪسي، پيرن تي زور رکي

يڳو ٿو وڃان . هنن جا ٻلهڙيجيءَ ۾ ڪي آهن ته ته نه جهڙا. جن جي لاءِ سنڌن ساهه چو سُري هنن شاهه جمال جي تُربت جي پاسي ۾ ويهي پنهنجي ڏاڏي يا ناني جي تُربت تي ڪڏهن چار ڪل به نه پڙهيا آهن، ڪتي مان ڳوٺ واسين سان ويساهه گهاتي ته نه پيو ڪيان جو قلم منهنجي هٿ ۾ آهي . ها، هو منهنجي رت جا رشتيدار ضرور آهن، پر هو ٻئي نه ٻلهڙيجيءَ ۾ جاوا، نه نپنا، نه ٻانبڙا پاتائون، نه ٻاتڙو ٻولياٿون، نه پيرڙو پنڌڙو ڪياٿون ۽ پوءِ به سڄن ڳوٺ حاجي لعل بخش (نئين ٻلهڙيجيءَ) جا. هاڻ ته مير محمد به ٻلهڙيجيءَ ڪان ارواح پلي چڪو آهي. هو به ڪو سال ۾ هڪ پيرو به پيرو نه ٿو ڪري. هو پل اسان لاءِ نه اچي، هو پل ڪنهن سان به نه ملي پر ڪڏهن پنهنجي قريبن جي قبرن تي ته فاتحا پڙهڻ اچي . هن جا ڏوهاري اسين ٿي هونداسون، پر سنڌس سخي شاهه جمال ته ڪو ڏوهه نه ڪيو آهي . سنڌس والد جي تُربت ته ضرور عاشورن جي ڏهاڙن ۾ ساريندي هوندس . سنڌس والده، سنڌس وڏور سَتِي جَتِي پيڻ جي تربت تي به ڀي قل هن واتان سال ۾ نه ٿي ٻڌي، سنڌس چاچا، ماما، استاد ڳوٺائي ڪڏهن سلام جا لفظ به نه ٿا ٻڌن ته اهي ڪيئن ٿا پاڻ کي ٻلهڙيجيءَ جو ڪوٺائين.

جذبا نيٺ اُبڙڪي پيا، ڪيڏا ونگ وڏا ماڻ پر چنائي، قلم ذريعي پني تي اُڪرجي ويا، پتائي چواڻي:

نَوَ نير ڏهه ڏانوٽيون، پندرنهن پيد پياس،
سجڻ ياد پياس، چرڪ چنائي هيڪڙي

بهرحال غلام حسن سائل جي شاعريءَ جي چوند اوهان جي پڙهڻ خاطر ڏجي ٿي.شاعريءَ جي چوند هيءَ آهي.

# غزل

.سنڌ ايڪيهين صديءَ ۾ زندگي ڳولي پئي،
جيئن مڇي سنڌوءَ نديءَ ۾ زندگي ڳولي پئي.

روشنين جي شهر ۾ گم ڳوٺ جو ڳيرو ٿيو
ڪا نظر وچڙي ڪنڌيءَ ۾ زندگي ڳولي پئي.

چرچ ۾ ڪا راهبا، چاهت وچان پيئي روئي،
تپسيا سان بندگيءَ ۾ زندگي ڳولي پئي.

هوءَ سرتين ساڻ سان، هن ڏانهن گهُوريندي رهي،
سُونهن جڙ ساجن سنديءَ ۾ زندگي ڳولي پئي.

پيار کان محروم ٿي،ڪوئي اندر جيڪا وئي،
ديد جڙ تنهن ڳاٽيءَ ۾،زندگي ڳولي پئي.

ڪيتري مدهوش ويڃي آهه گنڊ جي ڍير تي،
نرت ڏيئي دريءَ ۾ ،زندگي ڳولي پئي.

هيءَ اڄ رات سيرو گهٽي چاندني آ،
اسان کي اوهان جيئن وٽي چاندني آ.

ڪڙڪيءَ جي چاريءَ تي شبنم جا قطرا،
سڄي رات ان مان ڇڻي چاندني آ.

جي فوٽ پاٿ تي رات پيا ٿا گهارن،
انهن لئه ٻٽي چڙ ڏٺي چاندني آ.

ازل کان اندر جو اونده ۾ آهي،
انهيءَ کي وئي منڊ هٽي چاندني آ.

متان لوڪ جي تون اکين ۾ اچين،
لڪي تون اگڙ تي ٻٽي چاندني آ.

اچي تي هو ورهين پڇاڻاسان وٽ،
سڄي ڏيهه جي اُپ کٽي چاندني آ.

ڏنو سين پيار سان توڏي،اسان بدنام تي وياسين،
سموري ڳوٺ جي لب تي، نئون الزام تي وياسين.

توهان هوندي بہ اي جانان! حياتي جڙ سويرا هئي،
توهان ويندي لٿو آ سج، سراپا شام تي وياسين.

پرين دل جي ٿي مندر ۾ ،اوهان جي مُورتيءَ آڏو
جهڪائي سِر ڪيو سون رام،اسان خود رام تي وياسين.

حياتي ڇا بڻي وئي آ، جنوني عشق تنهنجي ۾
ڪڏهن مندر ڪڏهن ڪعبو ڪڏهن احرام تي وياسين.

ڇُڳي ويو خواب نيڻن مان، جيئن ئي جاڳ جو پنڇي،
پرين ان پل اسين هڪ وار جڙ گمنام تي وياسين.

صدائون يار جون لب تي، ڪٽي سائل جو نڪتاسين،
تہ خود سامي، سچل ۽ شاهہ جو پيغام تي وياسين.

# گيت

جوين جلويدار اسان جو چين لٽيو آ،
جوين جلويدار
اسان جو چين لُٽيو آ.
سانجهيءَ ڏاري هُوءَ اچي ٿي،
سڪ وارن کي سؤنچو ڏئي ٿي،
ڪويل جي ڪُوڪار اسان جو چين لُٽيو آ.
تنهجي سهڻيءَ سار اسان جو چين لُٽيو آ.
چانڊوڪي ٿي چٽاڪا هاري،
نينهن وارن جو نينهن نڪاري،
موتئي جي مهڪار اسان جو چين لُٽيو آ،
هيرن جي هٻڪار اسان جو چين لُٽيو آ.
هيءَ رُت تنهنجو پيار پڪاري،
هيءَ رُت تنهنجي واٽ نهاري،
ديد اوهان لئه ڏُوار اسان جو چين لُٽو آ.
موسم مينگهه ملهار اسان جو چين لٽي آ.
مُک تي لٽڪيل زلف ٽاهيندي،
سائل جو هي گيت ڳائيندي،
تنهجي نينهن نهار اسان جو چين لُٽيو آ،
تو ريءَ هيل بهار اسان جو چين لُٽيو آ.

# گيت

هئہ هئہ ڪانگ لنوين ٿو نمر تي،
سارو ڏينهن ڏنوين ٿو نمر تي،
تون بہ تہ آئين ڪو نہ!
اسان وٽ،
تون بہ تہ آئين ڪو نہ!
مکڙي مُکڙي گل تي پئي،
ڪويل ڪوڪي جڻ تہ پيچي پئي،
تنهنجي خوشبوءِ ڇو نہ؟
اسان وٽ،
تون بہ تہ آئين ڪو نہ!
جيئن ٿا ويڙ ملن سيٽڻ ڪانَ،
تيئن ٿا نير ٽمن نيٽڻ مان،
سَڪِيون ڇونمر تہ رو نہ!
اسان وٽ،
تون بہ تہ آئين ڪو نہ!
چڙهندي وِير جيئن پن ڳاري،
تنهنجي سار وڃهي تيئن ماري،
اسان تي ڪا بہ ميار پو نہ!
اسان وٽ؛
تون بہ آئين ڪو نہ!

## بيت

ڪونج لڳي تي جيئن، سکي! وڃ پکين ۾،
منهنجي اکين ۾، تيئن سمائي آنهن تون.

منهن مٿائي آن ويو، چا تيو توکي سيڻ،
تي ويا آهن ويڙ، تارا سارا اُپ جا.

سج جا ڪرڻا پاڻيءَ تي، هيرن جيئن پاسين،
چڙ تہ پيا جرڪن، ڪاوا تنهنجي گج جا.

هن جا تهڪ ائين ها، جيئن تانگر جا گل،
ساري پاڙي هُل، هن جي سُونهن مچائيا.

هن جي چنريءَ جي مٿان، ڪاون جو جڙاءُ،
آهي جيئن چٽاءُ، تارن سندو اُپ تي.

خاڪ مٿان ڳهلا پلا، چا لئہ هي گلاب،
اکڙين ۾ جرڪي پيو ڪارو ڪارو آب،
چا اجان ڪو خواب، جيئرو آهي جيءَ ۾.

بيٺي آنهن يڪو هتي، تون جا آس رکيون،
تنهن جون تيون اکيون، ڪنهن کي ڳولن باهہ ۾.

## وائي

رنگ چڙهڪي زندگيءَ جا،
سانوڻيءَ جي هئي چُني.
سا پلا وسري سگهي ٿي.
بي ڏيانيءَ ۾ ڏني،
هن هئي جيڪا چُمي.
سا پلا وسري سگهي ٿي.
هوءَ ڪجيءَ جون هي قطارون،
ساڻ هئي مون سان گهمي.
سا پلا وسري سگهي ٿي.
رات سياري جي سڄي،
پاڪرن ۾ جا سِمهي.
سا پلا وسري سگهي ٿي.
هوءَ وڇوڙي راتڙي،
سڏڪا پري جيئن رُني.
سا پلا وسري سگهي ٿي.

# وائي

اونده ساڻ وڙهي پئي،
گهر ۾ چمنيءَ لاٽ.
تون ڪٿي آهين ميان!
اُتران آيون اوڙڪون،
ڇپري ڇپري ڇاٽ.
تون ڪٿي آهين ميان؟
هانءَ پيا ڏارين هو
گجڻ جا رانياٽ.
تون ڪٿي آهين ميان؟
چرڪ ڇڏائي تا ڇڏن،
ڪنوڻ جا ڪجڪاٽ.
تون ڪٿي آهين ميان؟

# ڏيان منهنجو ٻئي طرف ڇو ٿو وڃي؟

سوچيان ٿو ساڻ تنهنجي،
ڏيان منهنجو ٻئي طرف ڇو ٿو وڃي.
تون جيڪا ايڏي حسين آن،
چنڊ تارا روز تنهنجي رُوءِ کي سجدا ڏين ٿا،
۽ حسن جي دوام لئه دعائون گهرن ٿا.
چپ تنهنجا رس ڏاڙهن کي اُڏاري ٿا ڏين،
نيڻ تنهنجا مڌ کي ٿا ڪيف ڏين ،
وار تنهنجا رات جي ڪاراڻ کي معني! ڏين ٿا،
ڳل تنهنجا ياک کي سرخي ڏين ٿا،
ٽهڪ تنهنجا راڳڻيون ايجاد ڪن ٿا
ساهه تنهنجا چندن کي سرهاڻ ڏين ٿا،
جيلهه تنهنجي سڀ سڳيون ڇوڙي ڇڏي ٿي،
پاڪرن ۾ ڪائناتون تون سميٽي ٿي رکين،
هلڻ تنهنجو مور جو جڻ رقص آهي،
ڇاتيون ڇڳا جڻ نه برفاني جبل هن ،
لڪُ جن جو پيار جي جڻ راهه آهي،
تو ۾ منهنجو ساهه آهي،
پوءِ ٻي سوچيان پيو.
ساڻ تنهنجي، ڏيان منهنجو ٻئي طرف ڇو ٿو وڃي،
ڇا اهو ٿي ته طرف ناهي،
جنهن جلا توکي ڏني آ،
حسن جي ڪليل فضا توکي ڏني آ.
۽ شعور حسن جي،
هي عطا مون کي ڪئي آ

# آدمي

آدمي پتر جيان،
زندگيءَ جي تلاءَ ۾
خاموشيءَ سان ڳرندو تو رهي.
موت!
پاڻيءَ جيان،
هن جي نازڪ بدن ۾
لهندو تو رهي،
چند پلن جو ڏيک آ،
بس پوءِ رڳو،
رهندو وڃي،
پاڻي ئي پاڻي.

## ترائيل

اڪين ڪي آرسيءَ سان نہ پيٽ جاني،
اهي ٽٽيون تہ روح گهايل ڪنديون.
انهن تان خواب جا عڪس نہ ريٽ جاني،
اڪين ڪي آرسيءَ سان نہ پيٽ جاني،

نہ لاڙ لڙڪن ڪي ڪجھ سميٽ جاني،
وڇوڙي ۾ روئڻ جون راتيون گهٽيون.
اڪين ڪي آرسيءَ سان نہ پيٽ جاني،
اهي ٽٽيون تہ روح گهايل ڪنديون.



هي سڪيون گلابي ويس ۾،
ڪيڏو وڻن ٿيون سائي ڪيت ۾،
آئون اوپرو هان سندن ديس ۾،
هي سڪيون گلابي ويس ۾،

سج سمهي پيو شام جي ڪيس ۾،
چڱ چِٽيان منظر اهو بيت ۾.
هي سڪيون گلابي ويس ۾،
ڪيڏو وڻن ٿيون سائي ڪيت ۾.

شاعري

دیوي ناگراڻي

# آدرشي انسان

نورالدين سرڪي

(اڌوري آتم ڪٿا، انٽرويو، رچنائون ۽ خاڪا)

سهڙيندڙ

ستار پيرزادو

# انسان ديوتا دئيت

رابرٽ گرين انگرسال

سنڌيڪار

**اڪ پنجواڻي**

# موهن جو دڙو

پراچين سڀيتا نئين تهذيب جي دائري ۾

مختلف ليکڪن ۽ محققن جا تاريخي ليک

سهيڙيندڙ

**خليل مورياڻي**


رحمت الله اول


فقیر یار محمد


انور پیرزادو


میر محمد پیرزادو


ستار پیرزادو


ملکه خاتون


فیض الله پیرزادو


شاهه محمد پیرزادو


غوث پیرزادو


رحمت الله ثانی


غلام حسن سائل


مسرور پیرزادو

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جيِ دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمتائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهــن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هـو ٻـوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريـتـيءَ تـي راتـاهـا ڪــن ٿـا، موتـي مَـنـجهہِ پـهـاڙ ڇُـپـن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄـڪـلـهہ نـيـلا پـيـلا آهـن؛
گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهــن........

... ... ... ...

هي بـيـتُ اَٿـي، هي بَـم- گولو،
جيـڪـي بہ ڪٽين، جيـڪـي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوء چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)